# اسلام اسان کي ڇا ڏنو؟

دنيا جي ممتاز ذاهن جا تاثرات

پروفيسر عبدالغني فاروق

عبدالهادي ٽيپو

حصو پهريون

سنڌ نيشنل اڪيڊمي ٽرسٽ

١١٨٦- پيپلز ڪالوني لطيف آباد نمبر ۴- حيدرآباد

# اسلام ؟

## اسان کي ڇا ڏنو

(دنيا جي ممتاز ڏاهن جا تاثرات)

**حصو پهريون**

پروفيسر عبدالغني فاروق

عبدالهادي ٽيپو

**سنڌ نيشنل اڪيڊمي ٽرسٽ**

١١٨٦- پيپلز ڪالوني لطيف آباد نمبر ۴- حيدرآباد

كتاب جو نالو: اسلام اسان کي ڇا ڏنو؟

مصنف: پروفيسر عبدالحي فاروق

سنڌيڪار: عبدالهادي ٽيبو

ڪمپوزنگ: اسلامڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر لطيف آباد نمبر ۴- حيدرآباد

ڪمپوزر: اسدالله پٺو- ظهيرالدين پٺو

قيمت: ۳۰ روپيا

سن: ۱۹۹۵ع

طابع: الائيڊ پرنٽنگ ڪارپوريشن گاڏي کاتو حيدرآباد

ناشر:

سنڌ نيشنل اڪيڊمي ٽرسٽ

۱۱۸۶- پيپلز ڪالوني لطيف آباد نمبر ۴- حيدرآباد




# مهاڳ

”اسلام اسان کي ڇا ڏنو؟“ هي دنيا جي ممتاز نو مسلم ذاهن، عالمن فلاسفرن ۽ سمجهو انسانن جي تلاش حقيقت جي تاثرات تي مشتمل ڪتاب آهي، جيڪو انتهائي دلچسپ، معلوماتي ۽ ايمان افروز آهي. اها ڪهڙي شيءِ آهي، جنهن ڪتاب ۾ شامل نو مسلم ڏاهن کي پنهنجا نظريا ڇڏي، اسلام جي صداقت تي لبيڪ چوڻ تي مجبور ڪيو ۽ اسلام جي روشني کان فيضياب ڪيو؟ ان سلسلي ۾ هر هڪ مسلم ڏاهي ۽ اسڪالر جا پنهنجا پنهنجا تاثرات آهن. ڪو اسڪالر اسلام جي ڪنهن خاص پهلو کان متاثر ٿيو ته ڪو وري اسلام جي عام تعليم کان. ڪنهن کي اسلام جو پيغام فطرت سليم مطابق نظر آيو ته ڪو زندگي ڀر جي تلاش، تحقيق ۽ سيني مذهبن جي تفصيلي ۽ تقابلي مطالعي کان پوءِ اسلام جي ويجهو ٿيو. جيڪڏهن ڪو عام ماڻهو پنهنجي دين ۽ مذهب ۽ روايتي معاشري کي ڇڏي، دائره اسلام ۾ داخل ٿئي ته اها ڳالهه اهم هئڻ جي باوجود سوسائٽي لاءِ ايڏي حيرت انگيز ناهي، ڇو ڇا ڪاڻ ته عام ماڻهو سوچ جي اعتبار سان سادي سوچ جو حامل ٿئي ٿو. اهو جيڪڏهن دائره اسلام ۾ داخل ٿيو آهي ته چئي سگهجي ٿو ته سندس اهو قدم جذباتي نوعيت جو آهي ان ۾ غور و فڪر کي ڪو خاص عمل دخل حاصل ناهي، پر جڏهن دنيا جا اهي ذهين انسان، جيڪي علم ادب، سياست، ۽ صحافت جا ناميارا فرد شمار ٿيا هجن. اهي جڏهن پنهنجي روايتي معاشري يا روايتي مذهب يا نظام فڪر کي ڇڏي، اسلام ۾ داخل ٿين ٿا ته اها ڳالهه اچرج جوڳي آهي ۽ ان لائق آهي ته ڏنو وڃي ته آخر اهي ڪهڙا اسباب آهن، جنهن ڪري ذهين فرد پنهنجي سوسائٽيءَ کي ڇڏي اسلامي سوسائٽي ۾ شامل ٿي رهيا آهن ، ۽ اهي نه صرف اسلامي سوسائٽيءَ جو خاموش حصو بڻجي وڃن ٿا بلڪ اهي سڄي زندگي

اسلام جا علمبردار بڻجي وڃن ٿا ۽ سندن هر وقت اهو فڪر ۽ اونو رهي ٿو ته بنيادي صداقت ۽ حقيقي روشنيءَ کان محروم انسانن کي اسلام کان آشنا ڪجي تان ته انساني معاشرو آرام، سڪون، محبت ۽ انساني وصفن جو حامل بڻجي سگهي ۽ انسان ذات دائمي مسرت کان پڻ همڪنار ٿي سگهي.

اسلام، هندو مذهب وانگر ڪنهن ڪلچر جو نالو ناهي، جنهن ۾ هر نئين فرد يا نئين قوم کي پنهنجي بتن ۽ معبودن سان گڏ قبول ڪيو وڃي ٿو. ان ڪري چند تارن جي پوڄا ڪندڙن لاءِ به هندو مذهب ۾ گنجائش موجود آهي ته پٿر جي بتن کي معبود سمجهندڙن لاءِ پڻ. ايستائين جو نهروءَ جهڙن نج ملحد فردن لاءِ به هندو مذهب ۽ سماج ۾ قدر ۽ احترام موجود آهي. جڏهن ته اسلامي نظريي ۾ شامل ٿيڻ جي نتيجي ۾ فردن کي پنهنجا سمورا پراڻا نظريا ۽ عقيدا ڇڏڻا پون ٿا، جنهن ڪري اسلام کي اختيار ڪرڻ جي معنيٰ پنهنجي معاشري، ڪٽنب، خاندان ۽ گهر گهاٽ کان محروم ٿيڻو آهي ۽ مسلم سوسائٽي جو فرد بڻجي وڃڻو آهي، پنهنجي سوسائٽي ۽ خاندان کي هميشه لاءِ ڇڏي ڏيڻ ڪيترو نه ڏکيو ۽ دشوار ڪم آهي. زندگي ۾ ان کان وڌيڪ ٻيو مشڪل، تڪليفده ۽ ايذاءَ رسائيندڙ ڪو ٻيو ڪم ٿي نٿو سگهي. پر سمجهو انسانن ۽ ممتاز ذاهن اسلام خاطر پنهنجي خاندان ۽ نسل جي قرباني پڻ ڏني. ناميارن ذاهن اسلام خاطر اها قرباني ڇو ڏني؟ اها تفصيل روح افروز آهي جيڪا پڙهڻ وٽان آهي.

موجوده دنيا جي حالتن کي ڏسي جيڪڏهن اهو چئجي ته غلط نه ٿيندو ته هينئر دنيا عالمگير گمراهيءَ ۾ مبتلا ٿي چڪي آهي. گهر، خاندان، محلي شهر ۽ ملڪي ليول کان وٺي بين الاقوامي ليول تائين امن سڪون ۽ آرام ختم ٿي چڪوآهي. ان جي جاءِ تي دنگو، فساد ۽ ويڙهه عام ٿي چڪي آهي، هن دور جو سڀ کان وڏو الميو جيڪو انساني تاريخ ۾ ان کان اڳ ڪڏهن به واقع نه ٿيو آهي ، اهو اهو آهي ته انسانيت خير، صداقت، نيڪي، پاڪيزگي ۽ شرافت جي وات مڪمل طور تي وڃائي چڪي آهي، انسانيت کي روز مره زندگيءَ ۾ جن

انساني روايتن، قدرن ۽ وصفن جي ضرورت آهي، انهن روايتن ۽ وصفن جو شعور ئي ختم ٿي چڪو آهي. اهي خباثتون ۽ برايون جيڪي انسان لاءِ انفرادي اعتبار سان به ته، اجتماعي طور تي به ۽ عالمي ليول تي پڻ تباهيءَ جو ڪارڻ آهن. اهي انساني سوسائٽيءَ جو بنيادي حصو بڻجي چڪيون آهن، مثلا خاندان جي تباهي، زنا جو عام ٿيڻ، قوم لوط جي فعل جي گهٽائي،شراب جو استعمال ، خود غرضي، دولت ميڙڻ جي لالچ، انسان ذات کي آخري حد تائين ايذائڻ، مادی حسن تي فريفته ٿيڻ، باطني پاڪيزگي جي تصور جو خاتمو وغيره. انهن برائين جي عالمگير هئڻ سبب حق جي متلاشين لاءِ اها سڃاڻ مشڪل ٿي پئي آهي ته زندگي جي جملي ضرورتن لاءِ صحيح، بهتر ۽ صداقت جي حامل ۽ پاڪيزه تعليمات ڪهڙي آهي ۽ انسان جي حيثيت سان زندگي گذارڻ جو پاڪيزه طريقو يا نظام زندگي ڪهڙو آهي. انهن حالتن ۾ ڪي ڳاڻ ڳٿا فرد تلاش حقيقت جو طويل سفر ڪري، ڏکجي ڏکجي منزل تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهن ٿا پر انسانن جي گهڻائي لاءِ حقيقت تائين پهچڻ بظاهر تقريبا ناممڪن آهي. ان اعتبار سان پڻ مسلمانن جي مٿان وڏيون ذميواريون عايد ٿين ٿيون، جيئن ته صداقت جو آخري جامع ۽ مڪمل پيغام ۽ نظام زندگي مسلمانن وٽ آهي ۽ انسانيت انهيءَ حيات افروز پيغام کان محروم آهي، ان ڪري انسانيت جي گمراهي جو وبال پڻ مسلمانن جي مٿان آهي. جيستائين اهي اسلامي تعليمات تي مشتمل پاڪيزه معاشرو قائم ڪري انسانيت لاءِ هڪ ماڊل قائم نه ڪندا، تيستائين انسانيت جي حوالي سان پنهنجي ديني ذميواري کان بچي نٿا سگهن.

هي ڪتاب هڪ طرف ته مسلمانن کي پنهنجي اها ذميواري ياد ڏياري ٿو ته اسلامي دعوت جي عالمگير انتظام نه هئڻ سبب هنن ذاهن کي حقيقت تائين پهچڻ ۾ ڪيتري ڏکيائي ٿي ۽ ڪيترو طويل سفر اختيار ڪرڻو پيو. ٻي طرف هن ڪتاب مان اسلام جي تعليمات جا ڪيترائي اهڙا روشن پهلو نمايان ٿين ٿا، جيڪي انسانيت جي نقطه نگاهه کان انتهائي اهم آهن ۽ جنهن سان انسانيت کي غيرمعمولي

فائدو رسي سگهي ٿو، پر اسلام جي وارثن پنهنجي غفلت سبب اسلام جي انهن پهلوئن تي نه ته ڪو علمي ڪم ڪيو آهي نه وري سندن زندگي ۾ اسلام جا اهي پهلو نظر اچن ٿا. جنهن ڪري انسانيت لاءِ اسلام کان استفادو ڪرڻ مشڪل ٿي پيو آهي.

علامه اقبال (جيڪو موجوده اسلامي دنيا جو وڏي ۾ وڏو فلاسفر آهي) هن اڄ کان ستر سال اڳ انهيءَ ضرورت جو اظهار ڪيو هو ته نو مسلم اسڪالرن جي اسلام قبول ڪرڻ جي واقعن کي گڏ ڪري، ڪتابي صورت ۾ شائع ڪيو وڃي، ان سان جتي مسلمانن جو ايمان مضبوط ٿيندو، اتي اسلامي صداقت جا ڪيترائي پهلو نمايان ٿي دنيا وارن جي سامهون ايندا.

هي ڪتاب اردو ۾ پروفيسر عبدالغني فاروق ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب جو سنڌي ترجمو عبدالهادي ٽيبو صاحب ڪيو آهي. ڪتاب جي ضخامت جي پيش نظر اسان خاص خاص اهم شخصيتن جا تاثرات شامل ڪيا آهن. عبدالهادي ٽيبو صاحب هن کان اڳ به ڪافي ڪتاب ترجمو ڪري، سنڌي ادب ۽ ديني خدمت ڪندڙن جي تاريخ ۾ پنهنجو نالو شامل ڪرائي چڪو آهي. سندس ترجمي جي جيڪا اهم خاصيت عام فهم هجڻ آهي. سا هن ڪتاب ۾ پڻ نمايان آهي. اسين هن خدمت لاءِ سندس مشڪور آهيون ۽ دعاگو آهيون ته الله تعاليٰ موصوف کي اجر عطا فرمائي ۽ دين جي وڌيڪ خدمت جي توفيق پڻ عطا فرمائي. (آمين)

حيدرآباد

محمد موسيٰ ڀٽو
١٧ مئي ١٩٩٥ع

# ڊاڪٽر آر ايل ميليما (هاليند)

(RROF. DR. R. L. MELLEMA)

ڊاڪٽر ميليما صاحب، هڪ ماهر علم الانسان، اعليٰ مصنف ۽ محقق آهي. يورپ جي علمي مجلسن ۾ ڪيس وڏي عزت ۽ احترام جي نگاهه سان ڏٺو ويجي ٿو. هن وقت ڊاڪٽر صاحب ايمسٽرڊم جي خط استوائي عجائب گهر ۾ اسلامي شعبي جو صدرآهي. ڪافي ڪتاب سندس قلم مان نڪتا آهن. جن مان هڪ پاڪستان جي باري ۾ به آهي.

---

مون ڪي اسلام ۾ آخر ڪهڙي ڪشش، ڪهڙو حسن ڏسڻ ۾ آيو. جنهن مون ڪي ڇڪي اسلامي عقيدي اندر داخل ڪيو؟ سو ان سلسلي ۾ آئون ڪي قدر تفصيل سان عرض ٿو ڪريان ته مون سن ١٩١٩ع ۾ ليڊن يونيورسٽي ۾ مشرقي زبانن جي تعليم وٺڻ شروع ڪئي. اتي مون جڳ مشهور مستشرق ۽ عربي جي ماهر پروفيسرسنائوڪ هرگرونج جا ليڪچر نهايت باقاعدگيءَ سان اٽينڊ ڪيا. هوريان هوريان مون ۾ عربي زبان جي ايتري ته سمجهه ۽ مهارت پيدا ٿي پئي جو مون تفسير بيضاوي ۽ امام غزالي جي هڪ ڪتاب جو ترجمو ڪري ڇڏيو.

بهرحال ان زماني جي دستورموجب مون اسلامي تاريخ ۽ اسلامي ادارن بابت يورپي زبانن ۾ شايع ٿيل سمورو لٽريچر پڙهي ڇڏيو. پوءِ ١٩٢١ع ۾ مصر هليو ويس ته جيئن اتي جي ماحول جو براه راست مطالعو ڪري سگهان. مصر ۾ هڪ مهينو رهي الازهر جو ڳوڙهي نظر سان جائزو ورتم. جيئن ته مون ڪي عربي زبان ڪان سواءِ سنسڪرت، ملائي ۽ جاوي زبانن تي به عبور حاصل هو. تنهن ڪري سن ١٩٢٧ع ۾ هاليند جي بينڪي راڄ جزائر شرق الهند (EAST INDIES ISLANDS)

(جن ڪي انڊونيشيا سڏجي ٿو) هليو ويس ۽ اتي جاڪارتا ۾ اعليٰ تعليم جي هڪ خاص اداري ۾ جاوي زبان ۽ هندوستاني ڪلچر جي تاريخ پڙهائڻ لڳس. آئون سانده پندرنهن سال اتي رهيس ۽ ان دوران مون جاوي زبان ۽ ڪلچر جي قديم توڙي جديد شعبن ۾ (SPECIALISATION) تخصص حاصل ڪري ورتو. پرافسوس جو ان زماني ۾ اسلام بابت ڪا به معلومات حاصل ڪري ڪونه سگهي.

ٻي عالمگير جنگ جي دوران انڊونيشيا تي جاپان جو قبضو ٿي ويو ته مون کي به جنگي قيدي جي حيثيت سان جهلي ورتائون. ١٩٤٦ع ۾ آزاد ٿيس ته سڌو وطن هليو ويس. ايمسٽرڊم ۾ رائل ٽراپيڪل انسٽيٽيوٽ ۾ استاد جي حيثيت سان پڙهائڻ لڳس، اُتي انسٽيٽيوٽ جي طرفان مون کي جاوي زبان ۾ اسلام تي هڪ گائيڊ بڪ لکڻ لاءِ چيو ويو. اهڙي طرح هڪ دفعو وري منهنجو اسلام سان عملي تعلق پيدا ٿي پيو. يورپ ۾ اسلام تي جيترا به ڪتاب ڇپيل موجود هئا سي مون تقريبا سيئي پڙهي ڇڏيا هئا.

١٩٤٧ع ۾ پاڪستان وجود ۾ آيو. جيئن ته پاڪستان اسلام جي نالي تي وجود ۾ آيو هو، تنهن ڪري مون کي هن نئين اسلامي رياست جي مطالعي جي به ضرورت محسوس ٿي. سفر جو سانباهو ڪري تيز بڌي ١٩٥٤ع ۾ لاهور اچي سهڙيس. هن کان اڳ مون اسلام بابت يورپي ذريعن وسيلي معلومات حاصل ڪئي هئي، پر لاهور ۾ اچي مون کي اسلام بابت بالڪل هڪ نئين انداز ۾ معلومات حاصل ڪرڻ جو موقعو مليو. حيران ٿي ويس. ذهن تي ايترو ته اثر ٿيو جو مون پنهنجن مسلمان دوستن کي چيو ته مون کي جمعي جي نماز تي پاڻ سان گڏ وٺي هلو ۽ نماز پڙهڻ جي اجازت ڏيو. دوستن نهايت خوشدليءَ سان اجازت ڏني. اتان کان ئي آئون حقيقت ۾ اسلام جي اعليٰ قدرن (Values) کان واقف ٿيس، منهنجي زندگي ۾ هڪ پاڪ انقلاب آيو. سچ پڇو ته آئون پنهنجو پاڻ کي انهيءَ ڏينهن کان ئي مسلمان سمجهڻ لڳو هئس، جنهن ڏينهن مون مسجد ۾ جمعي جي نماز پڙهي هئي ۽ نماز کان پوءِ مون کي منبر تي ويهي خطاب ڪرڻ

جو موقعو مليو هو. نماز کان پوءِ بيشمار دوستن سان هٿ ملايم، جيڪي جيتوڻيڪ منهنجي لاءِ اوپرا هئا پر سندن پيار ڀرئي آڌر ڀاءُ ۾ سڳن ڀائرن جهڙي محبت جي جهلڪ موجود هئي.

هڪ ڏينهن منهنجا دوست مون کي هڪ اهڙي ننڍڙي مسجد ۾ وٺي ويا، جنهن جو پيش امام بهترين انگريزي ڳالهائي سگهندو هو ۽ پنجاب يونيورسٽي ۾ ڪنهن اعليٰ عهدي تي فائز هو. خطبو ڏيندي هن صاحب نمازين کي ٻڌايو تہ هن خطبي ۾ انگريزي زبان جا لفظ زياده انهيءَ ڪري ڳالهايا آهن تہ جيئن هڪ پرانهين ملڪ نيدرلينڊ مان آيل مهمان اسلام بابت وڌ ۾ وڌ معلومات حاصل ڪري سگهي. جمعي نمازپڙهڻ کان پوءِ آئون ٻاهر وڃڻ لاءِ آيس تہ خطيب صاحب مون کي ٻڌايوتہ جماعتي منهنجي واتان ڪي ڳالهيون ٻڌڻ چاهين ٿا. بهرحال آئون اٿي مائيڪرو فون تي آيس ۽ پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيم، مون انگريزي ۾ ڳالهايو ۽ علامہ صاحب ان جو اردو ترجمو ڪري پئي ٻڌايو. مون چيو تہ آئون هڪ اهڙي ملڪ کان آيو آهيان، جتي تمام ٿورا مسلمان رهن ٿا. آئون انهن جي ۽ پنهنجي طرفان توهان کي سلام پيش ڪريان ٿو، ڇو تہ توهان تازو آزادي حاصل ڪئي آهي ۽ هڪ خودمختيار اسلامي رياست جا ڌڻي آهيو. هيءَ رياست گذريل ستن سالن ۾ چڱي مضبوط ٿي آهي ۽ خدا گهريو تہ هڪ روشن مستقبل توهان جو منتظرآهي. آئون پنهنجي وطن واپس وڃي ٻڌائيندس تہ پاڪستان ۾ مون کي اعليٰ مهمان نوازي ۽ اٿاهہ محبت جو ڪيڏو نہ مستحق سمجهيو ويو آهي.

مٿين لفظن جو جڏهن اردو ۾ ترجمو ڪيو ويو، تڏهن هڪ عجيب منظر ڏٺم. سوين ماڻهو حب مان اٿي، مون ڏانهن آيا ۽ بيحد شوق ۽ محبت سان مون کي ڀاڪر پائڻ لڳا. مون ڏٺو تہ انهن جا منهن خلوص سان ٿمتار هئا ۽ سندن اکيون ڀائپي جو نور بکي رهيون هيون. هيءُ منظر منهنجين اکين ۽ دماغ مان لنگهي سڌو منهنجي روح ۾ داخل ٿي ويو. اسلام جي اهڙي اخوت جو نظارو اکين سان ڏسي منهنجي دل گد گد ٿيڻ لڳي ۽ هڪ اڻميو سکون محسوس ٿيڻ لڳو.

اهڙي طرح پاڪستان جي مسلمانن ثابت ڪري ڏيکاريو ته اسلام فقط فقهي قانونن جو مجموعو نه آهي پرمحبت ۽ همدردي جو هڪ ڇوليون هڻندڙ درياءُ پڻ آهي، جتان اجايل روح سيراب ٿين ٿا ۽ ويران دلين ۾ سدا بهار گل پيدا ٿين ٿا. اسلام اعليٰ اخلاقي قدرن جو هڪ اهڙو ته سهڻو گلدستو آهي جنهن جو سڳنڌ سڀ کان اڳ مسلمانن کي ئي نصيب ٿئي ٿو ۽ ان سان گڏ ايمان ۽ علم جي روشني به منهنجي دل ۽ دماغ کي منور ڪري ڇڏيو هو. اهڙي طرح مون اسلام قبول ڪرڻ جو باقاعده اعلان ڪيو.

اڃو ته هاڻي توهان کي ٻڌايان ٿو ته اسلام جي ڪهڙين ڪهڙين ڳالهين مون کي متاثر ڪيو:

١- فقط هڪ اعليٰ ۽ اتم هستي، الله جو اقرار. هي نظريو فطرت جي ايڏو ته ويجهو آهي جو ڪوبه سمجهه وارو ماڻهو ان کي نهايت آساني سان محسوس ڪري سگهي ٿو. الله بي نياز آهي. ساري مخلوق سندس محتاج آهي. هو ڪنهن جو اولاد نه آهي پر ساري ڪائنات ۾ هن جو ڪو به همسر يا جيس ڪونهي. الله دانائي، قوت ۽ حُسن جو سرچشمو آهي ۽ ساڳئي وقت هو بيحد مهربان ۽ نهايت سخا جو صاحب آهي.

٢- الله تعاليٰ پنهنجي ڪائنات، مخلوقات ۽ اشرف المخلوقات انسان، سان سنئون سڌو تعلق رکي ٿو. هن تائين پهچڻ لاءِ ڪنهن به وچئين وسيلي جي ضرورت نه آهي. اسلام ۾ عيسائيت وانگر ڪنهن به پروهت جو ڪو به تصور ڪونه آهي. اسلامي مذهب ۾ انسان پنهنجن عملن ۽ افعالن سرانجام ڏيڻ ۾ خودمختيار ۽ آزاد آهي. هي دنيا انسان لاءِ امتحان گهر آهي. جتي هن کي آئنده زندگي لاءِ تياري ڪرڻي آهي. هو پنهنجي چڱي مٺي جو پاڻ جوابدارآهي ۽ ڪنهن به ٻئي شخص جي قرباني هن کي ڪوبه فائدو پهچائي نٿي سگهي.

٣- مذهب ۾ ڪا به زبردستي نه آهي. صداقت جتان به هٿ اچي، قبول ڪريو. اسلام جي انهن سونهري اصولن ۾ زبردست رواداري ۽ حق شناسي جو جوهر موجود آهي. دنيا جي ڪنهن به ٻئي مذهب ۾

اهڙو مثال ڪونہ ٿو ملي.

۴- اسلام انسانذات کي رنگ، نسل ۽ علائقي جي بندشن مان آزاد ڪري هڪ عالمي پائيي جي دنيا ۾ داخل ڪري ٿو ۽ فقط اهوئي هڪڙو مذهب آهي جنهن عملي طرح انهيءَ اصول کي اختيار ڪري ڏيکاريو آهي. مسلمان دنيا ۾ ڪٿي بہ ڪٿي هجي، هو ٻئي مسلمان کي پنهنجو ڀاءُ سمجهي ٿو. خدا جي نظر ۾ سمورا انسان، ساڳي ئي حيثيت رکن ٿا، ان جو سڀ کان سهڻو ۽ روح پرور نظارو حج جي موقعي تي احرام ٻڌي پيش ڪيو وڃي ٿو.

۵- اسلام زندگي ۾ روح ۽ ماده کي هڪ جيتري اهميت ڏئي ٿو. انسان جي ذهني ۽ روحاني پرورش جو گهاٽو تعلق، سندس جسماني ضرورتن سان ڳنڍيل آهي. اسلام چوي ٿو تہ انسان اهڙو طريقو اختيار ڪري جنهن سان روح ۽ جسم ٻئي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ترقي ڪري سگهن.

٦- اسلام شراب ۽ ٻين نشيدار شين کي حرام ڪيو آهي. اها ايڏي تہ عظيم الشان ڳالهہ آهي، جنهن اسلام کي ٻين مذهبن جي پيٽ ۾ صديون اڳتي آڻي بيهاريو آهي.

# ابراهيم ڪوان (ملائيشيا)

(IBRAHIM KUAN)

مون ست سالن جي چمار تائين هڪ پروٽيسٽنٽ عيسائي جي حيثيت سان زندگي گذاري آهي ۽ ان وقت ۾ اٽڪل ٽي سال ڪن ڪوالاليپس (رياست پاهنگ ملائيشيا) جي هڪ چرچ ۾ پادري به هئس. پر پوءِ اسلام جي آغوش ۾ اچي ويس. اڄ آئون شڪر پرئي خوشي سان، اهي سبب بيان ڪريان ٿو، جن جي ڪري مون اسلام قبول ڪيو.

آئون ٣ فيبروي سن ١٩٠٧ع تي پيدا ٿيس. منهنجو پيءُ ٻڌمت جو پوئلڳ هو. ڇهن سالن جي عمر ۾ مون کي هڪ چيني اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو، جتي مون ڪنفيوشس مذهب تي شروعاتي ڪتاب "چار ڪتاب" ۽ ٻيا ڪيترا ڪتاب پڙهيا. انهن ڪتابن جي اثرڪري آئون ڪنفيوشس مذهب جي ٻڌايل هڪ خدا جي عقيدي جو قائل ٿي ويس.

نائين سال ۾ مون کي ڪوالالمپور جي "وڪٽوريا انسٽيوٽيشن" ۾ انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ گهرايو ويو. اتي مون بائيبل جي قديم عهدنامي ۽ جديد عهدنامي جو وڏي محنت سان مطالعو ڪيو ۽ عيسائي مذهب اختيار ڪيو. ان وقت منهنجي عمر سورهن سترهن سال هئي.

سيپٽمبر ١٩٦٢ع ۾ جڏهن ڪوالاليپس جي چرچ جو پادري ٿي وڃڻ لاءِ تياري پئي ڪيم ته منهنجي هڪ هندوستاني دوست ڪي ڪي محمد مون کي قرآن پاڪ جو انگريزي ترجمو پڙهڻ لاءِ ڏنو. فرصت ملڻ تي جڏهن ان جو مطالعو ڪيم ته ان جي موضوعن جي حسن کان بيحد متاثر ٿيس. پر اهو اثر ڪو ايترو گهٽو به ڪونه هو

جو اسلام قبول ڪريان ها.

ڪوالاليپس ۾ عيسائي مذهب جي تبليغ ڪندي مون کي اهو ڏسي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ ذهن تي ڏاڍو برو اثر پيو تہ پروٽيسٽنٽ چرچ جون بہ ڪيترين ئي شاخون آهن، جيڪي پنهنجن پنهنجن مذهبي عقيدن جي ڪري هڪ ٻئي سان وڙهنديون رهن ٿيون. اها تہ توهان کي خبر هوندي تہ پروٽيسٽنٽ ۽ ڪيٿولڪ فرقن ۾ ڪيڏو نہ ويڇو آهي. انهن ۾ ايڏا تہ اختلاف آهن جو ڪيترائي عقيدا هڪ ٻئي جي ابتڙ آهن. انهيءَ صورتحال مون کي ڏاڍو پريشان ڪيو. بي آرامي جي ان حالت ۾ قرآن شريف جو نسخو ڪٿي ڏسڻ لڳس. ان وقت هيٺين آيتن منهنجي زبردست رهنمائي ڪئي:-

”هن توهان تي (اي نبي) هي ڪتاب نازل ڪيو آهي، جيڪو حق ڪٿي آيو آهي ۽ انهن ڪتابن جي تصديق بہ ڪري ٿو، جيڪي هن کان اڳ نازل ٿيا آهن. هن کان اڳ هو انسان جي هدايت لاءِ تورات ۽ انجيل نازل ڪري چڪو آهي.“ (آل عمران - ٣)

”اي نبي! انهن کي چؤ تہ اسين الله کي مڃيون ٿا ۽ ان تعليم کي بہ مڃيون ٿا، جيڪا اسان ڏانهن نازل ڪئي وئي آهي ۽ ان تعليم کي بہ مڃيون ٿا، جيڪا ابراهيم، اسماعيل، اسحاق، يعقوب ۽ يعقوب جي اولاد تي نازل ٿي هئي. ۽ انهن هدايتن تي بہ ايمان رکون ٿا، جيڪي موسيٰ ۽ عيسيٰ ۽ ٻين پيغمبرن کي سندن رب وٽان ڏنيون ويون هيون. اسين انهن نبين جي وچ ۾ ڪوبہ فرق نٿا سمجهون ۽اسين الله (جي حڪمن) جا تابعدار (مسلم) آهيون.“ (آل عمران- ٨٤)

پوءِ تہ قرآن جو لڳاتار ۽ ڳوڙهو مطالعو ڪيم. ان مطالعي مون کي حقيقت جي ڳهٽو ويجهو ڪري ڇڏيو ۽ عيسائي عقيدن جي سڪٽائي آهستي آهستي مون تي واضح ٿيندي ويئي. مثال طور تثليث (TRINITY) جو عقيدو هڪ اهڙي پرولي آهي، جنهن کي هر عيسائي بناسوچ سمجهہ جي اختيار ڪري ٿو. ۽ دنيا ۾ ڪوبہ اهڙو ڪتاب ڪونهي، جنهن ۾ هن پيچيده مسئلي جي سمجهاڻي ڏنل هجي. ان جي ڀيٽ ۾ اسلام ۾ توحيد جو صاف سٿرو ۽ عقلي توڙي منطقي لحاظ کان

هڪ اعليٰ عـقـيـدو آهي. يعني الله تعـاليٰ جي وڏائي ۾ ڪوبہ شـريـڪ نہ آهي. الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي. ذات توڙي صفات ۾ هو يڪتـا آهي ۽ محمد صلي الله عليہ وسلم، سندس رسول ۽ نبي آهي. منهنجي خيال ۾ اهوئي نقطو آهي، جيڪـو اسلام ۽ عيسـائيت کي هڪ ٻئي کان ڌار ڪري ٿو.

آئون پروفيسر خورشيد احمد جي ان ڳالهہ سان بالڪل متفق آهيان (پروفيسر صاحب اها ڳالهہ اسلام بابت لکيل هڪ ڏکهي مضمون ۾ ڪئي آهي) تہ دنيـا ۾ ڪيتـرن ئي مـذهبن ۽ نظرين پنهنجن ظاهري شڪلين جي لحاظ کان عاليشان پر يڪطرفي ڳالهين جي ڪري ڏاڍو قهر ڪيـو آهي. ڪن مـذهبن زندگي جي روحـاني ڳالهين تي ايڏو تہ زور ڏنو آهي جو مادي ۽ دنياوي شين کي بالڪل نظرانداز ڪري ڇڏيو اٿن. انهن دنيـا کي هڪ وهم، نظر جو فـريـب يا پيـرن جي زنجير چيـو آهي. وري انهن جي مقابلي ۾ ڪن ٻين فلسفين زندگي جي روحاني ۽ اخلاقي قدرن جو بُت انڪار ڪيو آهي ۽ انهن کي خيالي يا فرضي ڳالهيون چيو اٿن. ظاهر آهي تہ اهي ٻئي ڳالهيون انتها پسندي جون آهن ۽ انهن جي ڪري انسـانذات جو امن، سـڪـون، قناعت ۽ آسودگي برباد ٿي ويئي ۽ عدم توازن جي اها حالت اڄ بہ موجود آهي."

آئون فرينچ سائنسدان ڊاڪٽر ڊي ڊوگبي جي ان ڳالهہ سان بہ متفق آهيان تہ "جديد ماده پرست تهذيب ۾ انتهاپسندي ۽ عدم توازن جي جيڪـا حـالت مـوجود آهي، سا بيحد خطرناڪ آهي ۽ جيـڪـڏهن روحـاني قدرن جي واڌاري لاءِ ڪا تحريڪ جلد ئي شروع نہ ٿي تہ هي دنيا هڪ دردناڪ تباهي جي منهن ۾ وڃي ڪرندي." لارڊ برٽريندرسل جي بقـول عـيـسـائيت هڪ پاسي جهـڪـي ڪري، زبردست غلطي ڪئي هئي، ان جي جواب ۾ جديد تهذيب وري پنهنجو سمورو وزن ٻئي پڙ ۾ وجهي وڏو ظلم ڪيـو آهي. هو لـکي ٿـو: "اسـان زندگي جي ظاهري جوڙجڪ کي تہ بيحد خوبصورتي سان سينگاريو آهي، پر باطني بنيادي ضرورتن کي نظرانداز ڪري وينا آهيون. اسان هڪڙو تمام سهڻو پيالو ٺاهيو آهي. ان جي ٻاهرين صفائي ۽ ستـرائي جو بہ ڏاڍو خيال رکون ٿا

پر اهو نتا ڏسون تہ پيالي ۾ اندر کھڙو منو زهر ڀريو پيو آهي، جنهن اسان جي سمورين علمي لياقتن ۽ عملي قوتن کي فقط جسماني عيش ۽ آرام لاءِ استعمال ڪيو آهي، پر روحاني تقاضائن کي بيپرواهيءَ سان نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي."

هن غمناڪ حالت جي پيٽ ۾ اسلام زندگي گذارڻ جو هڪ وچٿرو ۽ متوازن پروگرام ڏئي ٿو. اسلامماديت ۽ روحانيت جي وچ ۾ توازن برپا ڪري ٿو ۽ ٻنهي مان ڪنهن هڪ کي بہ نظرانداز نٿو ڪري. اسلام جي معنيٰ آهي تابعداري. يعني الله جي تابعداري ۽ سندس حڪمن جي پابندي، خلق جي خيرخواهي ۽ معاشري جي بهبوديءَ جو خيال.

عيسائيت، جديد تهذيب ۽ اسلام جي تقابلي مطالعي مون کي يڪسو ڪري ڇڏيو ۽ مون دلي گهرائين سان اسلام قبول ڪيو. اهڙيءَ طرح هڪ سچي مسلمان وانگر اسلامي احڪامن جي پيروي قبول ڪئي اٿم. اسلام مون کي سيکاريو آهي تہ آئون غريبن ۽ ضرورتمندن جي تڪليفن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريان ۽ انهن جي وت آهر مدد ڪرڻ ۾ ڪوتاهي نہ ڪريان. آئون پنهنجو پاڻ کي بيحد خوش قسمت سمجهان ٿو تہ جيڪي خدا مون کي ڏنو آهي، تنهن تي آئون راضي آهيان، سندس فضل ۽ ڪرم جو آئون هردم شڪرگذار آهيان. اسان کي هن ڏکئي زماني ۾ فقط الله جي مدد گهربل آهي. اسين هن کان ئي صبر، بردباري ۽ محبت پنون ٿا تہ جيئن هي دنيا امن امان جي جاءِ بنجي پوي.

ها- اها ڳالهہ ٻڌائڻ بہ آئون ضروري سمجهان ٿو تہ قرآن ۾ ڪيترين ئي اهڙيون ڳالهيون آهن، جن جي تصديق بائيبل ڪري ٿي. مثال طور خدا جي تابعداري، ڀائپي ۽ مساوات، مرڻ کان پوءِ جي حياتي ۽ محشر جي ڏينهن تي ايمان وغيره. آئون تہ سمجهان ٿو تہ حقيقت ۾ حضرت عيسيٰ تي ايمان مون آندو ئي هاڻي آهي. اڳي تہ نلهو نالي ۾ "عيسائي" هئس.

هاڻي مختصراً آئون اسلام جي انهن تعليمات جو ذڪر ڪريان ٿو جن مون کي پنهنجو قيدي بنائي ڇڏيو آهي.

١- اسلام، عيسائيت جي ڀيٽ ۾ عقلي، عملي، منطقي ۽آسان فهمي ۾ گهڻو مٿي آهي ۽ ساڳئي طرح نهايت سادو مذهب پڻ آهي.
٢- اسلامي عبادتون بندي کي الله سان سڌو سنئون ڳنڍين ٿيون.
٣- اسلام ۾ خدا جو تصور نهايت باوقار ۽ اوچو آهي.
۴- اسلامي عبادتن ۾ مڪمل هجڻ جو احساس پيدا ٿئي ٿو. عيسائي عبادتن ۾ اڻپورائي يا اڌوري هجڻ جو احساس ٿئي ٿو.
۵- قرآني تعليمات موجب مسلمان گذريل سڀني الهامي ڪتابن کي مڃين ٿا، جيتوڻيڪ انهن ۾ تحريف ۽ ڦيرڦار ٿي چڪي آهي. قرآن هر طرح جي ردبدل ۽ ترميم کان محفوظ آهي ۽ ساڳئي وقت اڳوڻن ڪتابن توڙي رسولن جي تصديق به ڪري ٿو.

# اسماعيل جزائر سڪي (پولينڊ)

## ISMAIL WIESLAW JAZIERSKI

آئون ٨ جنوري سن ١٩٠٠ع تي پولينڊ جي شهر ڪراڪوف ۾ پيدا ٿيس. منهنجو تعلق پولينڊ جي هڪ وڏگهراڻي سان آهي. منهنجو پيءُ جيتوڻيڪ پڪو دهريو هو، پر نهايت روادار ۽ نهٺو هو، تنهنڪري پنهنجي ٻارن تي رومن ڪيٿولڪ مذهب جي تعليم وٺڻ تي ڪوبہ اعتراض ڪونہ ڪيائين. اصل ۾ اهو مذهب منهنجي ماءُ جو هو ۽ بابا سائين امان جي ڪنهن بہ خواهش کي رد نہ ڪندو هو. هوئنن بہ بابا کي خبر هئي تہ اما مذهبي تعليم مٿاڇري ۽ رسمي آهي ۽ ان جو اثرانسان جي ڪنهن بہ ذاتي يا اجتماعي زندگي تي نٿو پوي. پر مون تي ان جو اثر پيو ۽ آئون ذهني طور تي مذهب جي زبردست اهميت جو انفرادي توڙي معاشرتي لحاظ کان قائل ٿي چڪو هوس.

اسان جي ڪٽنب ۾ بين الاقوامي ماحول جو هجڻ تہ هڪ اهم ڳالهہ هئي. منهنجي پيءُ جوانيءَ ۾ يورپ جي گهڻن ملڪن جو سير ڪيو هو، تنهنڪري گهر ۾ هو پنهنجي سفر جا داستان نهايت مزي سان ٻڌائيندو رهندو هو. نتيجو اهو نڪتو جو منهنجي نظر ۾ نسلي، قومي ۽ ثقافتي تعصب بنهن ختم ٿي ويا ۽ منهنجو ذهن بين الانساني سطح تي سوچڻ لڳو. آئون پنهنجو پاڻ کي ساري دنيا جو شهري سمجهندو هوس.

منهنجي گهراڻي جي ٽين خاصيت، وچولو طريقو اختيار ڪرڻ هو. منهنجو پيءُ جيتوڻيڪ نوابن مان ۽ اميرگهراڻي جو ماڻهو هو پر ٻين اميرن وانگر اجاين ڳالهين ۾ وقت وڃائڻ هن کي بالڪل نہ وڻندو هو. هو انهن ماڻهن کان بہ بيزاري محسوس ڪندو هو، جيڪي مارڌاڙ ۽ آمريت جا قائل هوندا هئا. بابا سائين نهايت وضعدار هو ۽ معاشرتي روايتن جي برخلافيءَ کي ناپسند ڪندو هو. نہ رڳو ايترو پر هو اهڙي

ترقي ڪي بہ واڪاڻيندو هو جنهن جو بنياد ماضي جي روايتن تي ٻڌل هجي. مطلب تہ هو وچولي طريقي ۽ عمل جو بهترين نمونو هو. اهوئي سبب آهي جو جڏهن منهنجي سوچ ۾ واڌارو آيو ۽ جڏهن مون خاص طور تي معاشرتي مسئلن ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي تہ مون ۾ بہ مختلف مونجهارن جي سلسلي ۾ وچٿري واٽ وٺڻ جو طريقو پيدا ٿي پيو. مون اڪثر محسوس ڪيو آهي تہ انهتا پسندي عوام جي عام مزاج وٽان نہ آهي. وچولي واٽ، اعتدال ۽ توازن ۾ ئي انسان ذات جي ڀلائي جو راز لڪل آهي. منهنجو هميشہ کان وٺي اهو ايمان رهيو آهي تہ انساني معاشري جو جوڙجڪ اهڙي آزادي تي ٻڌل هئڻ گهرجي، جنهن ۾ اصولن ۽ ضابطن جي پابندي هجي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي تہ انساني آزادي ۽ روايتن جو هڪ جيترو احترام ڪيو وڃي ۽ ان سان گڏوگڏ حالتن پٽاندر عمل ۾ لچڪ پڻ هئڻ گهرجي. مطلب تہ منهنجي پرورش، متوازن ۽ معتدل ماحول ۾ ٿي هئي، تنهنڪري آئون بہ هڪ متوازن روش تي ڪاربند ٿي ويس. توهان مون کي "ترقي پسند - روايت پرست" انسان چئي سگهو ٿا.

آئون اجا سورهن ورهين جو مس ٿيو هوس جو رومن ڪيٿولڪ چرچ جي مختلف وهمي ڳالهين مون کي ان مذهب کان بيزار ڪري ڇڏيو. عجب آهي! هي ماڻهو انهن وهمي ڳالهين جي مضبوط عقيدن وانگر پرچار ڪندا آهن. مثال طور تثليث (TRINITY) جو فارمولو منهنجي نظر ۾ چريائپ جهڙو آهي. هن تصور سان تہ ماڳهين هنيون ٿو ڪچو ٿئي تہ عشاءِ رباني جي موقعي تي شراب ۽ ماني بدلجي حضرت عيسيٰ عہ جو رت ۽ گوشت ٿي پون ٿا. اهڙي طرح پادرين جو خدا ۽ مخلوق جي وچ ۾ واسطو بنجڻ، پوپ جو معصوم عن الخطا هجڻ، ڪن ڳجهن طلسمي افظن ۽ اشارن سان خاص اثر پيدا ٿيڻ ۽ اهڙيون ٻيون ڪيتريون وهمي ڳالهيون هيون جن منهنجي دل ۾ نفرت ۽ بيزاري جو احساس پيدا ڪري ڇڏيو. پيو تہ آئون ڪڏهن بہ پنهنجي ذهن کي بي بي مريم عہ، عيسائي بزرگن، مقدس شين، تصويرن يابتن وغيره جي پوڄا تي آماده ڪري ڪونہ سگهيس. اهڙي طرح منهنجو ماڳهين مذهب

تان ٿي اعتماد ڪجي ويو ۽ مذهبي عقيدن جي سلسلي ۾ آئون بالڪل لاتعلق ٿي ويس.

ٻي عالمگير جنگ شروع ٿي ته منهنجي اندر ۾ هڪ دفعو وري نئون مذهبي جذبو سرجڻ لڳو. مختلف واقعن جي ڪري خدا تعاليٰ منهنجيون اکيون کولي ڇڏيون. آئون وري سوچڻ لڳس. نيٺ ان نتيجي تي پهتس ته انسانذات کي ڪنهن اعليٰ ۽ بلند نصب العين جي ضرورت آهي ۽ جيڪڏهن اهڙو ڪو مثالي نصب العين هٿ نه آيو ته بني آدم هڪ زبردست تباهي هيٺ اچي ويندي. ۽ ساڳئي وقت اها حقيقت به منهنجي دل ۾ ڄمي ويئي ته فقط مذهب ئي اهڙي قسم جو ڪو حيات بخش نصب العين ڏئي سگهي ٿو. پر اهو عبرتناڪ منظر به آڏو هو ته موجوده زماني جو انسان، اهڙي ڪنهن به مذهب تي مطمئن ٿي نٿو سگهي، جنهن جو مدار عقل جي برخلاف رسمن رواجن ۽ وهمي ڳالهين تي هجي.

بهرحال منهنجي وجدان چيو پئي ته بني نوع انسان جي رهنمائي فقط اهوئي مذهب ڪري سگهندو، جيڪو انفرادي توڙي اجتماعي لحاظ کان هڪ مڪمل ۽ جامع نظام حيات پيش ڪندو. جڏهن منهنجي روحاني پياس گهٽي وڌي وئي، تڏهن مون مختلف مذهبن جو مطالعو شروع ڪري ڏنو. اول اول منهنجي نظر ۾ ڪواڪرزم، UNITARI-ANISM يعني وحدانيت پذمت ۽ بهائي ازم بهتر مذهب هئا. پر سچ پڇو ته انهن مان ڪنهن به مذهب يا نظرئي مون کي مطمئن نه ڪيو.

آخرڪار فيبروري سن ١٩٤٩ع ۾ مون اسلام ڳولي "لڌو". هڪ انگريز نومسلم اسماعيل ڪولن ايونز جو اسلام تي لکيل ڪتابڙو هٿ لڳم. ان کان پوءِ دارالتبليغ قاهره جا شايع ڪرايل ڪجهه ڪتاب منهنجي نظر مان گذريا. پوءِ نه دلجمعي سان اسلام کي سمجهڻ جي ڪوششن ۾ لڳي ويس. اسلامي تعليمات منهنجي دل جون دريون کولي ڇڏيون. اهي سڀ ڳالهيون منهنجي قائم ڪيل تصور مطابق هيون. هاڻي ته مون اسلام جي شڪل ۾ هڪ مڪمل ۽ بي عيب ضابطو لڌو هو. هن ضابطي ۾ الله جي بادشاهي قائم ڪرڻ لاءِ ذاتي توڙي اجتماعي طرح

هن ضابطي ۾ الله جي بادشاهي قائم ڪرڻ لاءِ ذاتي توڙي اجتماعي طرح انسان جي رهنمائي موجود آهي. هن مذهب ۾ ايتري لچڪ به آهي جو هر گهڙي بدلجندڙ زماني جي تقاضائن کي منهن به ڏيئي سگهي ٿو. مون کي شروعات کان ئي ثقافتي ۽ سماجي علمن ۾ خاص دلچسپي رهي آهي، سو مون کي اسلام جي مختلف معاشرتي ادارن ڏاڍو متاثر ڪيو، خاص طور تي نظام زڪوات، وياج جي حرام هجڻ، اگرائي وارين جنگين کان منع، حج جو عالمگير ميڙ ۽ هڪ کان وڌيڪ شادين جي اجازت مون تي جادو جو اثر ڪيو. اهي سموريون ڳالهيون سرمائيداري نظام ۽ ڪميونزم جي وچ ۾ عدل، انصاف ۽ توازن جا بهترين مثال آهن. اسلام مختلف ملڪن ۾ پيدا ٿيندڙ جهڳڙن جي نبيري لاءِ به جيڪو عقلي حل پيش ڪيو آهي، سو ته لاجواب آهي. اسلام مسلمانن کي نسل، زبان، ثقافت، رنگ ۽ علائقن جي حدبندين مان ٻاهر ڪڍي، هڪ اهڙي ڀائپي جي سرشتي ۾ ڳنڍي ڇڏي ٿو جيڪو پنهنجو مٽ پاڻ آهي. شادي ۽ ٻين ازدواجي مسئلن بابت اسلام، جن حقيقتن تي زور ڏنو آهي، سي بنيادي طرح تمام اونهيون آهن ۽ سماجي توڙي علم حيات جي لحاظ کان ثابت ٿي چڪيون آهن. مغربي دنيا جي ڏنل سطحي ۽ غيرسنجيده Monogamy يعني هڪڙي زال سان ئي شادي ڪرڻ واري مسئلي جي ڀيٽ ۾ اسلام جا ڏنل خانداني اصول ۽ ضابطا وڌيڪ بهتر ۽ عملي لحاظ کان اعليٰ آهن.

بهرحال آئون الله عزوجل جو شڪر بجا آڻيان ٿو، جنهن مون کي ڪفر ۽ گمراهي جي اونداهه مان نجات ڏياري آهي ۽ اسلام جي صراط مستقيم تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي آهي.

# ايچ - ايف فيلوز (انگلينڊ)

مون پنهنجي حياتيءَ جو گهڻو حصو برطانيه جي شاهي سامونڊي فوج (Royal Navy) ۾ گذاريو آهي ۽ انهيءَ سلسلي ۾ سن ١٩١٤ع ۽ سن ١٩٣٩ع جي عالمگير جنگين ۾ پڻ خدمتون سرانجام ڏنيون اٿم.

سمنڊ هڪ اهڙي جاءِ آهي جتي ويهين صدي جي ايڏي فني ۽ ٽيڪنيڪي ترقي ۽ مهارت هوندي به فطرت جون زبردست قوتون پنهنجا جلوا ڏيکاريندي رهنديون آهن. هيبتناڪ طوفان ۽ غضبناڪ لهرون، آنڌاريون ان جا معمولي مثال آهن. جنگ جي زماني جا اوچتا خطرا ويتر ان ۾ واڌارو آڻيو ڇڏين.

خوف خطري جي اهڙي حالت جڏهن به سامهون ايندي آهي تڏهن پاڻمرادو منهنجي دل ۾ فقط هڪ ئي هستي جو خيال ايندو آهي ۽ روح جي گهراين مان جيڪا فرياد نڪرندي آهي، سابه وحده لاشريڪ له جي درگاه ۾ ئي هوندي آهي. پر عيسائي گهراڻي ۾ پيدا ٿيڻ جي ڪري مون کي ننڍپڻ کان ئي اهو پڙهايو ويو هو ته دنيا جو سارو نظام تثليث تي قائم آهي، يعني پيءُ، پٽ ۽ روح القدس. منهنجو ضمير ان ڪل جهڙي فارمولي کي مڃڻ کان ڪيٻائيندو رهيو. ٿورو وڌيڪ غور ڪيم ته خبر پيئي ته عيسائي مذهب ۾ ٻيون به ڪيتريون منجهيل ۽ ناقابل فهم ڳالهيون ڏسڻ ۾ آيون. مثال طور ڪفاري جو فلسفو ته جيترو به سمجهه ۾ نه آيو. آئون اڪثر سوچيندو آهيان ته جڏهن مون کي پنهنجين دنياوي غلطين جو نتيجو پاڻ ڀوڳڻو پوي ٿو ته پوءِ اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو جو عالم آخرت ۾ اسين پنهنجن گناهن جي سزا کان انهيءَ ڪري بچي وينداسون، جو حضرت يسوع مسيح انهن جو ڪفارو دنيا ۾ ئي ڏيئي چڪو آهي. اها ڳالهه جنهن مون کي سخت پريشان ڪري ڇڏيو هو، سا هئي ڇائي ڇاپندي گنهگار هجڻ جو

نظريو. جڏهن تہ عام مشاهدو ان جي بالڪل برخلاف آهي. مون عام زندگي ۾ ڪيترا اهڙا واقعا ڏٺا آهن، جو معتدل ۽ متوازن ذهن جا ماڻهو هميشہ ٻين ماڻهن جي ڀلائي لاءِ سوچيندا آهن. نوجوان گهڻو ڪري پنهنجي پاڙيسرين ۽ دوستن جي خدمت ۽ مدد خوشيءَ سان ڪندا آهن. رهيو ٻارن جو معاملو، سو جيڪڏهن ٻارن جا مائٽ چڱا هوندا آهن ۽ استاد بہ ذهين ۽ تجربيڪار هوندا آهن تہ ٻارن جون عادتون بہ پڪ سان چڱيون ٿينديون آهن. انسان جي ازلي گنهگار هجڻ جو نظريو تہ انسانذات جي بيعزتي آهي. انهيءَ قسم جا سوال ۽ شڪ منهنجي ذهن ۾ ديرو ڄمائي چڪا آهن. سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ ڇا ڪريان؟ عيسائي مذهب ۾ تہ بيشمار تضاد هئا. مثال طور حضرت مسيح حڪم ڪيو هو تہ موسيٰ عہ جي انهن ڏهن احڪام الاهي تي عمل ڪريو، جيڪي ڪوهہ طور تي کين عطاڪيا هئا. انهن ۾ پهريون حڪم هي هو تہ "آئون توهان جو مالڪ آهيان، توهان جو خدا. توهين مون کان سواءِ ڪنهن بہ ٻئي کي معبود ڪري نہ مڃجو." پر عيسائي ٽن خدائن کي پوڄين ٿا.

وري ٻيو حڪم هنن لفظن سان شروع ٿئي ٿو، "توهين پنهنجي لاءِ ڪو بت نہ گهڙجو ۽ نہ ڪي ان جي اڳيان سجدو ڪجو." پر عيسائين بي بي مريم عہ ۽ حضرت عيسيٰ عہ جا بت ٺاهيا آهن ۽ انهن جي ڪئين ڪلاڪيو پوڄا ڪن ٿا.

مون وڌيڪ تحقيق ڪئي تہ خبر پيئي تہ جيتوڻيڪ مارٽن لوٿر، رومن ڪيٿولڪ چرچ جي خلاف بغاوت ڪري، ڪيتريون ئي ڪافرياڻيون رسمون ختم ڪرائي ڇڏيون هيون، پر تنهن هوندي بہ هي مذهب پوري طرح گندگين کان پاڪ ٿي نہ سگهيو. اڄ بہ ڪيتريون ئي ڪفر جون رسمون خود پروٽيسٽنٽ فرقي ۾ بہ موجود آهن ۽ غور سان ڏسبو تہ پروٽيسٽنٽ ۽ ڪيٿولڪ فرقن ۾ ڪو گهڻو فرق ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو ايندو.

تاريخ جي مطالعي مون کي انهيءَ مونجهاري ۾ بہ مبتلا ڪري ڇڏيو تہ آخر حضرت مسيح عہ جي زندگي يا سندن موت فلسطين جي يهودين، رومين ۽ عام ماڻهن تي جلد اثر قائم ڪري ڇو نہ سگهيو؟ ۽

تاريخ ۾ حضرت مسيح ـ جي حياتيءَ مبارڪ بابت ـصيلي حالتون آخر ڇو نٿيون ملن؟ اها ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي ته اسڪول ۾ بائيبل جا اشلوڪ ته پڙهي ٻڌايا جن ٿا. پر حضرت مسيح ـ جي زندگيءَ جو احوال بالڪل لڪا جي ٿو. ۽ اها ڳالهه به سوچڻ جوڳي آهي ته عيسائيت جي تبليغ، حضرت مسيح عـ جي وفات کان ڪي صديون پوءِ شروع ڪئي ويئي. مذ ـب بابت منهنجي ذهن ۾ اهڙا خيال گردش ڪري رهيا هئا جڏهن ، مون کي سنہ ١٩١٩ع ۽ سن ١٩٢٢ع جي دوران ترڪستان جي سامونڊي علائقي ۾ جهازن تي ڪ ڪرڻو پيو هو. اتي ٿي سڀ کان اڳ مسلمانن سان منهنجي ملاقات ٿي ـئي. اتي ئي مون کي اسلام جي مطالعي ـو شوق پيدا ٿيو. ان ڳالهه ـ مون تي ڏاڍو اثر ڪيو ته ”الله کان ـ راءِ ڪوبہ معبود نہ آهي ۽ محمد ﷺ سندس رسول آهي.“ مون اسلا ـ تي انگريزي زبان ۾ ڪافي ڪتاب خريد ڪيا ـڙهيا پر افسوس ـو اڪثر ڪتابن م اسلام جي خلاف سخت تعصب هو. ويترجو گذر ـ ٽن سو سالن کان ونئي تر ـ خليفن يورپ سا جيڪا جاڙ پئي ـئي آهي يا ترڪ سياستدان ۽ حاڪمن جيڪ ڪرادار ادا پي ـ سو آهي تنهن به اسلام بابت منهنجي جوش کي ٿڌ ڪري ڇڏيو. سو مون ان معاملي کي ئي ويڙهي ـ ڇڏيو. جيتوڻيڪ خدا سان منهنجو تعلق قائم ته رهيو، پر معمولي ۽ ڪمزور قسم جو اهڙي طرح سال ڪن پيو لنگهي ويو. هڪ ڀيرو وري مون اسلام ـ سمجهڻ جي ڪوشش شروع ڪئي. هن دفعي مون مسلم مشن وا ـ سان رابطو قائم ڪيو. انهن مون کي مسلمان ليکڪن جا ڪتب موڪلي ڏنا. انهن ڪتابن مغربي عالمن جا وڪا ـرا ڪري ڇڏيا. مـ ـ کي يورپي ليکڪن جي غلط بيانين، ڪڙيل بدگمانين تي حيرت به ـ ي ۽ ڏک به ٿيو. عبارتن کي مروڙي سروڙي اصل مطلب کي پاسيرو ڪ ـ ، پنهنجا هٿ ٺو ڪا مطلب ڪڍڻ، انهن دانشو ـ جو دلپسند مشـ ـو ـسڻ ۾ آيو. هـن ڪتابن مون تي اهو به واضح ڪيو ته يورپ ـ را ـسلام جي ابتڙ رو خلاف ڇو آهن؟ ڳالهه هي آهـ جو اسلامي ملڪ ۾ سر سجا ـي پيدا ٿي رهي آهي ۽ اهڙيون تحـ ـڪون پيدا ٿيڻ لڳ ـن

آهن جيڪي اسلام کي مڪمل ۽ صحيح صورت ۾ جديد ترين سائنسي ۽ تاريخي تقاضائن مطابق پيش ڪري رهيون آهن. انهن ڪوشش جي ڪري اهو ثابت ٿيندو پيو وڃي ته فقط اسلام ئي موجوده زماني جي تقاضائن کي پورو ڪري سگهي ٿو ۽ انسان جي رهنمائي ڪري سگهي ٿو. ان جي ڀيٽ ۾ ڏسجي ٿو ته ٻيا سمورا مذهب ۽ نظريا پنهنجيون حيثيتون وڃائي ويٺا آهن. هاڻي اهي نظريا ۽ مذهب زماني جي فڪري يا نظرياتي پيچيدگين مان رستو ڪڍڻ يا روشني ڏيکارڻ کان محروم آهن.

مطلب ته مون کي منهنجن سڀني سوالن جا جواب ملي ويا. مون کي قلبي سڪون جي دولت هٿ اچي ويئي ۽ آئون مسلمان ٿي ويس. آئون وڏي واڪي اعلان ٿو ڪريان ته اسلام ئي هڪڙو اهڙو مذهب آهي جيڪو نظرئي توڙي عمل جي لحاظ کان سچو مذهب آهي. اهو ئي سڌو رستو آهي جيڪو انسان کي ڪائنات جي خالق سان ملائي ٿو.

# ليڊي بارنيس (انگلينڊ)

هن واقعي جي روايت علامہ اقبال رح ڪئي آهي. هي بصيرت افروز داستان علامہ مرحوم جي فرمائش تي لکيل ڪتاب "اسلام زندہ آباد" ۾ ڇپيل هو، ان تان نقل ڪيو ويو آهي. علامہ ڊاڪٽر محمد اقبال ٻڌايو تہ:



مسٽر دائود آپسن وانگر ليڊي بارنيس جي اسلام قبول ڪرڻ جي واقعي ۾ بہ ڪئين عجيب ڳالهيون آهن. ليڊي صاحبہ هڪ نومسلم انگريز فوجي جي گهرواري هئي. ڪي سال اڳ هي ٻئي زال مڙس ڪنهن مقدمي جي سلسلي ۾ مون وٽ آيا. جيئن تہ انهن تي مڙهيل الزام بالڪل ڪوڙا هئا، تنهن ڪري عدالت انهن کي باعزت نموني آزاد ڪري ڇڏيو. جيئن تہ مقدمي ۾ سندن وڪيل آئون هئس، تنهنڪري ٿورن ڏينهن کان پوءِ ليڊي بارنيس منهنجو شڪريو ادا ڪرڻ لاهور آئي. ان وقت مون ليڊي صاحبہ کان پڇيو تہ "توهان جي اسلام قبولڻ جو ڪهڙو سبب هو."؟

"مسلمانن ۾ ايمان جي مضبوطي!" ليڊي صاحبہ ٿهہ پهہ جواب ڏنو ۽ پوءِ وضاحت ڪندي فرمايائين تہ "ڊاڪٽر صاحب! مون محسوس ڪيو تہ دنيا ۾ ڪابہ اهڙي قوم ڪانهي، جنهن جو ايمان، مسلمانن جي ايمان جهڙو مضبوط هجي. ان ڳالهہ مون کي اسلام ۾ شامل ڪري ڇڏيو. ٿورو ترسي ليڊي بارنيس ٻڌايو تہ، "آئون هڪ هوٽل جي مالڪياڻي هئس. منهنجي هوٽل ۾ هڪڙو ستر سالن جو پوڙهو مسلمان نوڪر هو. هن پوڙهي جو پٽ نهايت سهڻو نوجوان هو. ڪنهن وبائي بيماري ۾ اهو جوڪرو گذاري ويو. خبر پوڻ تي مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. آئون پوڙهي وٽ عذرخواهي لاءِ ويس، ڪيس آٿت ڏنم ۽ پنهنجي دلي رنج ۽ غم جو اظهار ڪيم. پوڙهو منهنجو ڳالهيون ماٺ ڪري ٻڌندو

رهيو. جڏهن مون بس ڪئي تہ هن شڪرگذاري جي انداز ۾ آسمان ڏانهن آڱر ڪئي چيو تہ ”ميم صاحبہ! اها خدا جي مقرر ڪيل تقدير آهي. خدا جي امانت هئي، سا خدا واپس ورتي. ان ۾ غمگين ٿيڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي. اسان ڪي تہ هر حال ۾ خداوند تعاليٰ جو شڪر ڪرڻ واجب آهي.“

ڊاڪٽر صاحب! پوڙهي ماڻهوءَ جو آسمان ڏانهن آڱر مٿي ڪرڻ منهنجي دل تي هميشہ لاءِ ڪپ ٿي ويو. مون ان ڳالهہ تي ڪئين ڀيرا غور ڪيو ۽ حيران ٿي ويس تہ الاهي هن دنيا ۾ اهڙا بہ صابر، شاڪر ۽ مطمئن دل وارا انسان موجود آهن. ٻوءِ تہ اڃا هورا ڪورا لڳيم تہ هن پوڙهي جي ايڏي مضبوط دل ڪيئن ٿي؟ سو ٻيهوماڻس تہ تنهنجي مرحوم پٽ جو ڪو اولاد بہ آهي. هن چيو تہ ”زال اٿس ۽ هڪ ننڍڙو پٽ بہ آهيس.“ پوڙهي جي جواب منهنجي حيرت ڪي ڪي قدر گهٽائي ڇڏيو، جو سوچيم تہ پوڙهو شايد انهيءَ ڪري مطمئن آهي جو پويان سندس پوٽو آهي، جيڪو وڏو ٿي سندس زندگيءَ محبت جو پرجهلو ٿيندو.

انهيءَ واقعي کي اڃان ڪي گهڻا ڏينهن ڪونہ گذريا هئا جو يتيم ٻار جي ماءُ بہ وفات ڪري ويئي. قدرتي طورتي مون کي صدمو پهتو ۽ منهنجي دل تي غمگيني ڇانئجي ويئي. تعزيت لاءِ آئون پوڙهي جي ڳوٺ ويس. واٽ تي سوچيندي رهيس تہ هن تازي مصيبت تہ پوڙهي جي چيلهہ ڀڃي ڇڏي هوندي ۽ هو پنهنجو هوش حواس وڃائي ويٺو هوندو. يتيم ٻار جي ننڍي عمر ڪيس ماري ڇڏيو هوندو. انهن خيالن ۾ غلطان اچي پوڙهي جي گهر پهتيس. ڏٺم تہ هو ڪنڌ هيٺ ڪريو، ماڻهن جي ميڙ ۾ ويٺو آهي. مون هن جي تازي مصيبت تي افسوس ڪيو ۽ پنهنجي همدردي جو يقين ڏياريومانس، هن منهنجيون ڳالهيون خاموشيءَ سان ٻڌي ٻڌيون ۽ جڏهن سندس ڳالهائڻ جو وارو آيو، تڏهن هن وري شاهد آڱر آسمان ڏانهن مٿي ڪئي چيو تہ ”ميم صاحبہ! خدا جي رضا آڏو انسان ڇاٿو ڪري سگهي؟ سندس شيءِ هئي سا هو وٺي ويو. اسان کي تہ هر حال ۾ شڪرئي ڪرڻ گهرجي.“

ليڊي بارنيس ٻڌايو تہ ”ڊاڪٽر صاحب! آئون جيترو وقت پوڙهي وٽ ويٺي رهيس تيستائين نہ تہ هن جي سيني مان ڪا آهہ نڪتي ۽ نہ ئي سندس اک مان ڪو لڙڪ لڙيو. هن وڏي اطمينان سان ائين پئي ڳالهايو ڄڻ پنهنجي پٽ ۽ ننهن ڪي دفن ڪونہ ڪيو اٿس، پر ڪو فرض هو جيڪو ادا ڪيو هجيس. ٿوري دير پٿر تي ويهي آئون وري موٽي آيس پر ان پوڙهي جي مضبوط ايمان تي ويچار ڪندي رهيس. رهي رهي خيال پئي ستايو تہ ايڏي وڏي مصيبت ۾ بہ انسان کي ايتري استقامت ۽ صبر يا شڪر آخر ڪيئن ٿو نصيب ٿي سگهي؟ حيرت مان ڏندين آڱريون اچي ويم.

اها ڳالهہ ڪندي ليڊي بارنيس صاحبہ جي دل دردمندي جي جذبات سان لبريز ٿي ويئي، هن پنهنجو ساڄو هٿ مٿي ڪري نهايت دکي آواز ۾ چيو تہ، ”ڊاڪٽر صاحب! پوڙهي جي انهيءَ جواب مون کي ڪهي ڇڏيو. هن جي شاهد آڱر آسمان ڏانهن ايي هئي، پر حقيقت ۾ اها ٻرڇي وانگر منهنجي دل چيري پار ٿي ويئي هئي. مون هن ضعيف پيرمرد جي مضبوط ايمان اڳيان هميشہ لاءِ ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. مون کي يقين ٿي ويو تہ پوڙهي جو قلبي اطمينان نقلي نہ آهي، حقيقي آهي هاڻي هو ڳوٺ ۾ اڪيلو هو. مون هن کي پاڻ سان هلڻ لاءِ چيو ۽ هو منهنجا ٿورا مڃيندي هوٽل ۾ رهڻ لاءِ مون سان گڏجي آيو. هو سارو ڏينهن هوٽل ۾ ڪم ڪندو هو ۽ رات جو خدا تعاليٰ جي ياد ۾ مشغول ٿي ويندو هو.

ڪجهہ عرصي کان پوءِ پوڙهي، مقام وڃڻ جو ارادو ڪيو. مون چيو تہ آئون بہ هلنديس. دل ۾ خيال هوم تہ ڏسان تہ هاڻي هن جا جذبا ڪيئن ٿا ظاهر ٿين. مقام ۾ اچي هن ڊنل قبرون درست ڪيون. قبرن تان لٽل مٽي وري سنواري قبرن تي وڌائين. پوءِ وڃي پاڻي ڀري آيو ۽ قبرن تي ڇٽڪار ڪيائين. ان کان پوءِ وضو ڪري هٿ کڻي قبرستان جي سيني مماتين لاءِ دعا گهريائين. ان کان پوءِ اسين موٽي آياسون. اهو سارو وقت مون غور سان پوڙهي جو اٿڻ ويهڻ پئي ڏٺو ۽ محسوس ڪيم تہ هن جي هر ڪم ۾ اطمينان جو نور ۽ ايمان جي

مضبوطي موجود آهي. منهنجي دل ۾ جيڪا چٽنگ ڪافي مدت کان هوريان هوريان دکي پئي، سا هڪدم پنيٺ تي پڙڪي پئي. مون کي يقين ٿي ويو تہ پوڙهي جي اها شخصيت ذاتي نہ آهي پر اهو ان دين حق جو ڪمال آهي جنهن جو پوئلڳ هو پوڙهو آهي. مون انهيءَ ويل مسلمان ٿيڻ جو پڪو پهہ ڪيو ۽ هوٽل ۾ پهچي هن کي چيم تہ ڪا اهڙي مسلمان مائي وٺي اچ، جيڪا مون کي اسلامي تعليم سيکاري. پوڙهو يڪدم اٿيو ۽ پنهنجي ملا جي ڌيءَ کي وٺي آيو. ان خدا جي ٻانهيءَ مون کي الله ۽ رسول تي ايمان آڻڻ لاءِ چيو ۽ لا الـلـه الا الله محمد رسول الله جو سبق سيکاريائين.

هاڻي آئون الله تعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم سان مسلمان آهيان ۽ اهائي عظيم الشان ايماني قوت مون ۾ بہ اچي ويئي آهي، جنهن سان پوڙهي جي دل ۽ سينو سرشار هو."

# شيخ بشير احمد شاد (پاڪستان)

آئون سن ١٩٢٨ع ۾ ضلعي شيخوپوره جي هڪڙي ڳوٺ ڏيان گالو جي هڪ عيسائي گهراڻي ۾ پيدا ٿيو هوس. منهنجو پيءُ متياس صاحب علائقي جو مشهور پادري هو ۽ عيسائيت جي پرچار خاطر پنهنجي اباڻي ضلعي گورداسپور مان لڏي شيخوپوره ۾ اچي رهيو هو. منهنجو ڏاڏو جهندي مل بہ هڪ پڪو عيسائي هو ۽ عيسائيت جي تبليغ ڪندو هو. منهنجي پيءُ جي مرضي هئي تہ آئون بہ هڪ ڪامياب پادري بنجان، تنهنڪري شروعات کان ئي منهنجي تعليم ۽ تربيت مذهبي طريقي مطابق ٿي. پرائمري تعليم مون ايس ڊي اي مشن اسڪول چوهڙ ڪانامنڊي ۾ حاصل ڪئي. هن اسڪول ۾ اوائل کان ئي ڪوشش ڪئي ويندي آهي تہ هر ڇوڪرو وڏو ٿي هڪ بهترين عيسائي مبلغ ٿئي. آئون ڪلاس ۾ هوشيار هوس ۽ ننڍپڻ کان ئي تقريرن ڪرڻ ۽ تبليغ جو ڏاڍو شوق هوم، تنهنڪري سمورا استاد ۽ پادري مون سان ڏاڍي محبت ۽ مهربانيءَ سان پيش ايندا هئا.

پرائمري تعليم ختم ڪرڻ کان پوءِ آئون ايس ڊي اي مشن اسڪول رڙڪي هليو ويس. اتي منهنجيون تعليمي ۽ تبليغي سرگرميون ويتر وڌي ويون. هن اسڪول ۾ مون کي عيسائي مذهب جا بنيادي تعليمي اصول چڱيءَ طرح سيکاريا ويا، يعني تثليث، ابنيت جو مسئلو، ڪفاري جو مسئلو، مسيح جي الوهيت جو مسئلو ۽ ٻين ڪيترن مسئلن جي تربيت ڏني ويئي. اسڪول جا سڀ استاد ۽ خاص طور تي پرنسپل صاحب جناب ايچ سي اليگزينڊر مون مان ڏاڍا خوش هئا، ڇوتہ انهن سڀني کي منهنجي ذات ۾ آئنده جو هڪ ڪامياب پادري ۽ مبلغ ڏسڻ ۾ آيو پئي. ١٩٤٤ع ۾ منهنجي پيءُ جي بدلي راولپنڊي ٿي، جتي منهنجي ماءُ جي وفات جو حادثو پيش آيو. جنهن ڪري مون کي ڏاڍو دلي صدمو پهتو. ان وقت دنيا منهنجي لاءِ اونداهہ ٿي ويئي هئي. ٿورن ڏينهن

ڪان پوءِ منهنجي ڀيءُ ٻي شادي ڪئي. اسان جي نئين ماءُ بہ سيني ٻارن سان ڏاڍي محبت ۽ شفقت سان پيش ايندي هئي.

١٩٤٧ع ۾ منهنجو تبليغي ۽ تعليمي ڪورس ختم ٿي ويو. سو مون ان سال کان ئي لاهور ۾ عيسائي ڪليسيا جي خادم جي حيثيت سان ڪم شروع ڪري ڏنو. منهنجو تعلق رومن ڪيٿولڪ مشن سان هو. سال جي پڇاڙي ڌاري منهنجي شادي شرق پور جي هڪ پروٽيسٽنٽ پادري جي گهران ٿي. منهنجي گهرواري هڪ پڪي عقيدي جي عيسائي خاتون هئي.

تبليغي ميدان ۾ منهنجو طريقو ڏاڍو سخت هو. عيسائيت کي دين حق ثابت ڪرڻ سان گڏوگڏ آئون اسلام سان عيسائيت جي ڀيٽ ڪري، عيسائيت کي اتم ثابت ڪندو هوس. ان سلسلي ۾ ڪيترن مسلمان عالمن سان منهنجا بحث بہ ٿيا، پر عجب آهي جو مناظرو ڪندي، منهنجي وات مان اسلامي اصطلاح ۽ ترڪيبون نڪري ونديون هيون، جن تي منهنجا سنگتي مون کي ٽوڪيندا هئا ۽ پڇاڙيءَ ۾ مون کي بہ شرمندگي ٿيندي هئي. مثال طور الهامي ڪتابن جو ذڪر ايندو هو تہ آئون ڳالهيون ڪندي چئي ويندو هوس تہ الهامي ڪتاب چار آهن، توراة، زبور، انجيل ۽ قرآن مجيد. خدا جي ٻدران آئون الله ۽ حضرت مسيح جي بدران حضرت عيسيٰ عليہ السلام جا لفظ چئي ويندو هوس، اهڙي طرح عبادت کي نماز چئي ويندو هوس.

ڪليسا ۾ مون کي اجا گهڻو عرصو ڪونہ گذريو هو، جو منهنجا اهي مشنري دوست جن سان آئون گڏ ڪم ڪندو هوس، سي واپس پنهنجي وطن بيلجيئم هليا ويا. ڪم ختم ٿي ويو هو. هاڻي واندڪائيءِ هئڻ جي ڪري آئون ڳوٺ سڌار اسڪيم جي سرڪار ۾ نوڪري وٺي وري شيخوپوره هليو آيس. ان وقت خان انور طهماسپ خان صاحب پي سي ايس ڳوٺ سڌار کاتي ۾ ضلعي شيخوپوره جو ڊولپمينٽ آفيسر هو. خان صاحب مون سان نهايت شفقت سان هلندو هو. جيئن تہ منهنجو نالو مسلمانن جهڙو هو، تنهنڪري منهنجا ڪي دوست مون کي مسلمان ئي سمجهندا هئا، پر جڏهن کين خبر پئي تہ

آئون عيسائي آهيان تڏهن بہ سندن سلوڪ ۽ ورتاءَ ۾ ڪو فرق نہ آيو. اهي ساڳئي طرح خلوص سان ملندا رهيا. خاص طور تي خان انور طهماسپ صاحب، ميان غلام سرور، نواز روماني صاحب ۽ چوڌري صفدر علي خان صاحب، جن جو لطف ۽ ڪرم بي مثالي هو. انهن بزرگن جي ڪري منهنجي دل ۾ اسلام لاءِ نرم گوشو پيدا ٿي پيو. اسلام جي برخلاف منهنجا شڪ شبها ختم ٿيندا ويا ۽ منهنجي دل ۾ هڪ صالح انقلاب ڏانهن لاڙو پيدا ٿيندو ويو.

انهيءَ وچ ۾ بيلجيئم مشنري وارا وري موٽي آيا ۽ مون کي ٻيهر تبليغي ڪم لاءِ سڏايائون، پر مون انڪار ڪيو. ان سلسلي ۾ منهنجي گهرواريءَ، پيءُ ۽ سهري مون تي ڏاڍو زور ڀريو ۽ ڪي قدر ڪاوڙيا بہ. پر آئون پنهنجي ضد تي قائم رهيس. مسلمانن سان ايڏو ويجهو رهڻ ڪان پوءِ مشنري ڪم ڪرڻ تي دل نٿي چيو.

١٩٥٩ع ۾ ڳوٺ سڌار ڪاتو ختم ٿي ويو تہ وري مون تي تبليغي ڪم لاءِ زور ڀريو ويو. هن ڀيري آئون پاڻ جهلي ڪين سگهيس. تنهن هوندي بہ اهو ارادو ڪيم تہ هاڻي عيسائيت جي تبليغ ڪرڻ وقت اسلام تي ڪوبہ اعتراض نہ ڪندس، جي خدا توفيق ڏني تہ انهن اعتراضن جي تحقيق ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس.

منهنجي تبليغي سرگرمين جو مرڪز شيخوپوره هو. پر هفتي ۾ بہ ڀيرا مسيحي بشارت لاءِ لاهور ضلعي وارا بہ سڏي ويندا هئا. مون کي تبليغ ڪرڻ جو سنو ڏانو ورثي ۾ مليو هو، ويتر منهنجي محنت ۽ ڪوشش ان ۾ ڪافي واڌارو آندو هو، اهوئي سبب هو، جو هر قسم جون تقريرون آئون پاڻ تيار ڪندو هوس. اهڙي طرح انجيل جي مختلف حصن کي نظم ۾ آڻي، نهايت سريلي ۽ اثرائتي آواز ۾ آئون پاڻ ڳائي پيش ڪندو هوس. مٺي آواز هئڻ ڪري آئون ڪلاڪن جا ڪلاڪ عوام کي پاڻ ڏانهن متوجهہ رکي سگهندو هوس. منهنجي مقبوليت ايڏي وڌي ويئي هئي، جو منهنجون تيار ڪيل نظمون ۽ گيت پيا پادري بہ عوام ۾ ڳائيندا هئا ۽ اجا تائين اهو سلسلو جاري آهي. سچ پچو تہ اسلامي ماحول مون تي اهڙو تہ جادو ڪيو هو، جو مون مسلمانن جي

سنگت ڪي نہ رکو قائم رکيو پر ان ڪي ڪافي وڌايم بہ. اها ڳالهہ منهنجي گهرواريءَ کي بنهن ڪانہ وڻندي هئي ۽ هو اهي سموريون ڳالهيون منهنجن مائٽن کي ٻڌائيندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن جوش ۾ اچي اسلام جي تعريف بہ ڪري ويندو هوس، پوءِ تہ ماڳهين زلزلو اچي ويندو هو. ڪافي ڏينهن تائين گهر ۾ اڻوڻت قائم رهندي هئي. بهرحال آئون بي همت نہ ٿيس. اسلام بابت منهنجي ڪوجنا ختم ڪانہ ٿي، اجان بہ وڌندي ويئي.

١٩٦١ع ۾ آئون مائٽن سان ملڻ لاءِ لاهور ويس. بابا سائين وٽ ان وقت ڪرسچن ڪائونسل لٽريچر جو سيڪريٽري مسٽر بي جي ايڪٽن وينو هو. هن صاحب کي خبر پئي تہ آئون بہ اڳوٽو وليج ايڊر ۽ فيلڊ ورڪر جو تجربو رکان ٿو ۽ اردو لکڻ پڙهڻ توڙي ڳالهائڻ ۽ ڳائڻ ۾ ماهر آهيان تہ هن صاحب منهنجون خدمتون حاصل ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيو ۽ هڪڙو خط ڏيئي مون کي گوجرانوالا ۾ مسر پال اي هوسٽيٽر ڏانهن موڪليائين. هوسٽيٽر صاحب پاڪسان ۾ مسيحي تعليم بالغان جي پروگرام جو ڊائريڪٽر هو. کيس هڪڙي موتي ويٽر جي ضرورت هئي. مسٽر هوسٽيٽر هڪ ماهر نفسيات ۽ ماهر لسانيات هو. هن خوشيءَ سان مون کي پاڻ وٽ رکيو ۽ آئون گوجرانوالا هليو آيس. منهنجا ٻار ٻچا مشن ڪمپائونڊ ڪوڪرڪي ۾ رهڻ لڳا.

تعليم بالغان جو هي پروجيڪٽ ويسٽ پاڪستان ڪرسچن ڪائونسل جي طرفان شروع ڪيو ويو هو ۽ ان جو سمورو خرچ نيويارڪ مان ايندو هو. ان جا چار شعبا هئا:

١- ريسرچ اينڊ پبليڪيشن
٢- علمي تربيتي ڪورس، استادن ۽ سپروائيزرن لاءِ
٣- مسيحي علمي ڪتابن جو وڪرو ۽ ورج
٤- تبليغ، ترغيب ۽ پبلسٽي وغيره

مٿين چئني شعبن جو گهڻو تڻو بار مون تي ئي رکيو ويو ۽ آئون پوري احساس ذمه واري سان ڪم کي لڳي ويس. ڪم ۾ ڏينهن رات جو حساب ڪندو ڪيم. ان جي گواهي علائقي جا عيسائي پڻ ڏيندا تہ

مون علمي، تعليمي ۽ تبليغي ڪم ڪهڙي نہ جانفشاني سان ڪيو هو. انهيءَ ڪم جي سلسلي ۾ مون کي ملڪ جي گهڻو ڪري سيني شهرن ۾ ويڃڻو پوندو هو. جيئن تہ ڪم تمام اهم هو، تنهنڪري مسٽر پال اي هوسٽيٽر صاحب مون کي هر قسم جون سهوليتون ڏنيون هيون. سفر ۾ مون کي سيڪنڊ ڪلاس ريلوي ٽڪيٽ جي سهوليت مليل هئي. جيڪڏهن رات ڪنهن ٻئي شهر ۾ رهڻو پوندو هو تہ ڏهہ روپيا في رات جي حساب سان ڌار الائونس ملندو هو ۽ ٻيو خرچ بہ اداري تي ئي هو. ماهوار پگهار ڇهہ سو روپيا ملندا هوم ۽ اوور ٽائيم ان کان مٿان ڏيندا ها. منهنجن ٻارن جي تعليم لاءِ اسڪالرشپ وغيرهہ لاءِ خرچ هڪ ڌار اسپيشل فنڊ مان ملندو هو، ساڳئي طرح ميڊيڪل الائونس بہ هو. ڪرسمس تي ڏيڍ سئو روپيا ٻيا ملندا هئا. گرمين جي موڪلن ۾ هڪ مهينو پگهار وڌيڪ ملندو هو. گهر لاءِ ان خريد ڪرڻ لاءِ آسان قسطن تي پنج سئو روپين تائين قرض بہ ملندو هو. منهنجي لکيل ڪتابن تي في ڪتاب تي سؤ روپيا رائيلٽي بہ ڏيندا هئا. ايستائين جو منهنجو ويهن هزار روپين جو حادثاتي ويمو بہ ڪرائي ڇڏيو هئائون، تہ متان منهنجي اوچتي موت کان پوءِ منهنجي گهرواري ۽ ٻار پريشان ٿين.

مٿيون سموريون سهوليتون مون کي مليل هيون پر قلبي سڪون مون کي حاصل نہ هو. آئون پنهنجو پاڻ کي اونداهہ ۾ ڀٽڪندڙ مسافر محسوس ڪندو هوس. ظاهر ۾ تہ آئون ٻين کي حق جي تعليم ڏيئي رهيو هوس، پرحقيقت ۾ آئون پاڻ جهالت جي اونداهہ ۾ ڀٽڪي رهيو هوس. ٻاهران تہ عوام کي روشني ڏانهن سڏي رهيو هوس، پر اندر ۾ آئون پاڻ نور جي هڪڙي ترورري لاءِ بہ سڪي رهيو هوس. آئون پنهنجي طرفان ڪيل واعدي مطابق اسلام تي ڪڏهن بہ ڪو اعتراض نہ ڪندو هوس. پر ذهن ۾ اهائي هورا ڪورا لڳي پيئي هوندي هئي تہ عيسائيت جي تبليغ ڪرڻ سان آئون پاڻ توڙي ٻي دنيا کي دوکو ڏيئي رهيو آهيان. خاص طور تي هيٺيان بہ سوال تہ منهنجي روح ۾ ڪنڊي وانگر ٽنبجي ويا هئا. آئون اڪثر سوچيندو پيو هوس تہ:

١ - جيڪڏهن عيسائيت سچو مذهب آهي ۽ انسانذات جي لاءِ

نجات جو دارومدار ان تي ئي آهي تہ پوءِ هي مذهب زوال ڏانهن ڇو وڃي رهيو آهي؟ جڏهن تہ ڇيو وڃي ٿو تہ ان جو بنياد محبت ۽ اخلاق تي رکيل آهي.

٢- ان جي ابتڙ اسلام کي هرهڪ عيسائي غلط سمجهي ٿو ۽ چيو وڃي ٿو تہ اسلام جو بنياد ظلم، ڏاڍ ۽ تلوار تي آهي تہ پوءِ اهو ايڏي ترقي ڇو پيو ڪندو وڃي؟ جڏهن تہ ظلم ۽ ڏاڍ انساني فطرت جي خلاف آهي.

انهن ٻن بنيادي مسئلن جي ڇنڊڇاڻ مون کي گهڻو پري ڇڪي ويئي ۽ آئون ذهني توڙي قلبي ڪشمڪش ۽ اضطراب جي حالت ۾ تاٻا ڪائيندو رهيس. مون مختلف عالمن سان ان مسئلي تي ڳالهايو ۽ ڪيترن ڪتابن جا ورق ورايم تہ جيئن اهو مسئلو حل ٿئي ۽ من جي مونجهہ لهي وڃي. انهيءَ تلاش ۽ جستجو ۾ ساندهہ ڏهہ سال لنگهي ويا. الحمدلله هوريان هوريان پردا هٽندا ويا. تانجو منهنجي لاءِ اسلام هڪ زبردست چمڪندڙ سچ وانگر ظاهر ٿيو. پوءِ تہ وڌيڪ انڪار منهنجي لاءِ ناممڪن ٿي پيو.

# ٿامس ارونگ (ڪئناڊا)

## (THOMAS IRVING)

اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ ۽ پوءِ آئون جنهن ذهني ۽ جذباتي تجربي مان لنگهيو آهيان، سو بيان ڪرڻ کان اڳ اهو ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان ته اڄ به ڪئناڊا ۽ آمريڪا ۾ هزارين نوجوان ساڳئي قسم جي خيالن مان لنگهي رهيا آهن. فقط مناسب ۽ اثرائتي نموني جيڪڏهن انهن تائين اسلام جو پيغام پهچايو وڃي ته پڪ اٿم ته اهي سڀ اسلام قبول ڪرڻ ۾ دير نه ڪندا. رڳو ٻهانو پيا ڳولين.

منهنجي اسلام قبول ڪرڻ جو داستان هن ريت عرض ٿو ڪريان ته آئون ننڍپڻ ۾ عام عيسائي عقيدن مطابق حضرت مسيح جي حياتي جو احوال ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هوس. جيتوڻيڪ آئون ڪو سچو ۽ پختو عيسائي ڪونه هوس، پر بائيبل جون ڪافي ساريون آڪاٽيون ياد هوم. پر ساڳئي وقت اهو سوچي عجب لڳندو هوم ته عام طرح ماڻهو بائيبل به پڙهن ٿا، تنهن هوندي به مذهب کان پري آهن، سو ڇو؟ هڪ ئي ڪتاب يعني بائيبل بابت عيسائين ۽ يهودين جي خيال ۾ ايڏو وڏو اختلاف ڇو آهي؟ ساڳئي طرح گمراهه ۽ بي دين ماڻهن کي ننديو ڇوٿو وڃي؟ جڏهن ته بائيبل جي بقول اهي پيدائشي گنهگار آهن، تنهن ۾ انهن جو ته ڪو ڏوهه نه آهي؟ اهو خيال به اڪثر تنگ ڪندو رهندو هو ته عيسائي ۽ يهودي پنهنجو پاڻ کي ٻين سڀني قومن کان افضل ۽ اعليٰ سمجهن ٿا. پر نيڪيءَ ۽ خداترسي تي ڪاربند ڇونه آهن؟

ان زماني ۾ هندوستان مان هڪڙو پادري موٽي ڪئناڊا آيو ۽ سخت بيزاري مان ٻڌايائين ته اتي "محمدن" لوڪ پنهنجي مذهب تي سختيءَ سان ڪاربند آهن. انهن تي اسان جو جادو اثر ئي نٿو ڪري. اهو پهريون موقعو هو جو اسلام جو نالو منهنجن ڪنن تائين پهتو هو.

مون کي حيرت تہ ڏاڍي ٿي، پر ساڳئي وقت انهن ماڻهن لاءِ منهنجي دل ۾ آفرين جو جذبو بہ پيدا ٿيو، جو اهي ماڻهو پنهنجي مذهب تي پختا چميو بيٺا آهن. ان وقت کان منهنجي دل ۾ اسلام لاءِ نرم گوشو پيدا ٿي پيو ۽ تمنا ايرڻ لڳي تہ ان مذهب بابت معلومات حاصل ڪريان. نيٺ جڏهن يونيورسٽي ۾ داخلا ورتم، تڏهن اها تمنا پوري ٿي، اتي مون مشرقي لٽريچر جو مطالعو شروع ڪري ڏنو. خدا جي مڪمل تصور حاصل ڪرڻ ۾ انسان جيڪي ڪوششون ڪيون ۽ جن مرحلن مان لنگهيو، جڏهن ان بابت مون کي واقفيت ٿي تہ منهنجي ذهن جا سڀ مونجهارا هڪ هڪ تي ختم ٿيڻ لڳا. حضرت مسيح ع هڪ شفيق ۽ بردبار، خدا جو تصور ڏنو، پر ڏنم تہ اهو نظريو وهم پرستي ۾ دوهانتجي ويو آهي ۽ بت پرستي جي ذهنيت ان جو اثر ختم ڪري ڇڏيو آهي. هڪ پاسي اهو يقين تہ خدا رحيم ۽ ڪريم آهي ۽ انسانن سان محبت ڪري ٿو تہ ٻئي پاسي چرچ جو اهو طريقو زبردست سفارش ۽ وچواري واسطي کان سواءِ انسان خدا تائين پهچي ئي نٿو سگهي. انهن حقيقتن جي ڪري دماغ ۾ اها ڳالهہ ويهي رهي تہ عيسائيت خدا جو سچو رستو نہ آهي. ڪنهن اهڙي نظرئي جي ضرورت آهي، جيڪو حقيقت تي ٻڌل هجي ۽ انسانن کي خدا تعاليٰ ڏانهن وٺي وڃڻ جي قوت رکندڙ هجي. اهي ڳالهيون ڳٽي اسلام جو مطالعو شروع ڪيم. جيئن جيئن اڳتي وڌندو ويس، تيئن تيئن منهنجي حيرت ۾ اضافوۃ ٿيندو ويو. حضرت محمد ﷺ، حضرت عيسيٰ ع کان ست سو سال پوءِ ان وقت خدا تعاليٰ ڏانهن ماڻهن کي سڏيو، جڏهن سارو يورپ جانورن وانگروحشي زندگي گذاري رهيو هو. مريم ع ۽ عيسيٰ ع جي پوڄا ٿي رهي هئي. عقلي ۽ شعوري تحريڪ اڃا نو سو سال پرڀي هئي. انهيءَ ماحول ۾ پاڻ سڳورن دنيا کي جيڪو نئون پيغام ڏنو، سو عقل ۽ فڪرجي عين مطابق هو ۽ حقيقت بہ اهائي آهي تہ ان دعوت تاريخ ۾ هڪ جامع قسم جو انقلاب برپا ڪري ڇڏيو.

هڪ هڪ ڪري مون اسلام تي لکيل ڪافي سارا ڪتاب پڙهي ڇڏيا. بمبئي جي هڪ سماجي ڪارڪن جيراز ڀائي (مرحوم)

مون کي H. W. LOVE GROVE جو لکيل ڪتاب What is Islam ڏياري موڪليو. منهنجي خيال ۾ هي ڪتاب اسلام جي عملي ڳالهين ۽ انساني زندگي ۾ ان جي اثرن جي وضاحت لاءِ هڪ بهترين ڪتاب آهي. مرحوم مون کي مولوي محمد علي جو قرآن جو ترجمو ۽ ٻيا ٻه ڪيترا ڪتاب ڏنا. مونٽريال ۾ مون فرينچ ٻولي ۾ اسلام تي لکيل ڪافي ڪتاب وٺي مطالعو ڪيا. نتيجو اهو نڪتو جو منهنجي ذهن ۾ پيدا ٿيل سڀني سوالن ۽ وسوسن جا جواب ملي ويا.

آخرڪار منهنجي دل ۾ يقين ڄمي ويو ته حضرت محمد ﷺ خدا تعاليٰ جا سچا نبي آهن. مون کي سڀ کان وڌيڪ قرآن پاڪ جي تقدس پرئي ۽ پاڪ ڪلام متاثر ڪيو ۽ رسول اڪرم ﷺ جي بيحد نفيس تعليمات منهنجي ذهن کي ٻڌي ڇڏيو. اهڙي طرح اسلام ڇمڪندڙ چنڊ وانگر منهنجي آڏو اچي بيٺو. سو مون ڪلمون پڙهي ان کي قبول ڪيو.

# سر جلال الدين لاڊر برنٽن (انگلينڊ)
(SIR JALAL UDDIN LAUDER BRUNTON)

سر جلال الدين لاڊر برنٽن، آڪسفورڊ يونيورسٽي جو گريجويٽ هو ۽ انگلستان جي هڪ اعليٰ جاگيردار گهراڻي مان هئڻ جي ڪري ڪيس وڏي عزت، افتخار ۽ نيڪنامي حاصل هئي.



اسلام قبولڻ جا سبب ٻڌائيندي آئون الله تعاليٰ جو بيحد شڪرگذار آهيان. اڄ منهنجي دل ايڏي تہ خوش آهي جو پنهنجي جذبات جي ادائگي ۾ آئون پنهنجو پاڻ کي بيوس محسوس ڪريان ٿو. منهنجا مائٽ عيسائي هئا ۽ مون کي اول کان ئي پادري بنائڻ جو ارادو هون. سو مون عيسائيت جي باقاعدي تعليم حاصل ڪئي ۽ تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ چرچ آف انگلينڊ ۾ ڪم ڪرڻ لڳس. پر سچ پڇو تہ مون کي ڪم سان گهري دلچسپي ڪڏهن پيدا ڪانہ ٿي. ڪجهہ وقت کان پوءِ مون کي عيسائيت جو هڪ عقيدو ڏاڍو پريشان ڪرڻ لڳو ۽ اهو هو، انسان جي ازلي گنهگار هجڻ جو عقيدو. مٿان وري اها ڳالهہ تہ ٿورڙن کي ڇڏي باقي سموري مخلوق دائمي عذاب ۾ پوندي، بہ ڏکوئيندڙ محسوس ٿيڻ لڳي. اهي ٻئي نظريا اهڙا تہ اگرا لڳا، جو ڪجهہ وقت کان پوءِ آئون ذري گهٽ بي دين ٿي ويو هوس. سمورو مذهبي جوڙجڪ منهنجي لاءِ مشڪوڪ ٿي پيو. آئون اڪثر سوچيندو هوس تہ انسان کي خدا اشرف المخلوقات بنايو آهي، پوءِ وري ان کي ازلي گنهگار نهرائي، ان کي هميشہ جي عذاب ۾ مبتلا ڪرڻ ڪٿي جو انصاف آهي؟ اهو تصور تہ سنئون سڌو خالق ڪائنات تي الزام آهي. ان سان تہ خدا جي ڪا سٺي تصوير سامهون نٿي اچي. مون کي جيتوٽيڪ

خدا تي بنهن هلڪو ايمان هو پر عيسائيت جي حوالي سان خدا جون ڳالهيون تہ مون کي سمجهہ ۾ ئي نہ ٿي آيون. تنهنڪري اصلي حقيقت معلوم ڪرڻ لاءِ مون ٻين مذهبن جو مطالعو شروع ڪري ڏنو.

اسلام جو جڏهن وارو آيو تہ ابتداء ۾ ئي محسوس ٿيڻ لڳو تہ هي مذهب انساني فطرت جي تمام ويجهو آهي. هوريان هوريان شڪ شبها بہ ختم ٿيندا ويا ۽ اندر ۾ سچي خدا جي عبادت ۽ خدمت جو جذبو پيدا ٿيڻ لڳو. مون ڏٺو تہ عيسائيت جي سمورن عقيدن جو بنياد بائيبل تي آهي، پر انهن ۾ زبردست تضاد آهي، ان جو مطلب هي ٿيو تہ بائيبل ۽ حضرت عيسيٰ عہ جي تعليمات ۾ وڏو ڦيرو آيو آهي. ان سلسلي ۾ بائيبل جو گهرو تنقيدي مطالعو ڪيم تہ معلوم ٿيو تہ هن ڪتاب ۾ تحريف ۽ ترميم ٿي آهي ۽ ان ۾ ڪيترين انساني ڳالهيون ۽ هٿ ٺوڪيا عقيدا شامل ٿي چڪا آهن. مون محمد صلي الله عليہ وسلم جي حياتيءَ جو پڻ مطالعو شروع ڪيم. جلد ئي محسوس ٿيڻ لڳو تہ پاڻ سڀگورن صہ جي ذات حق ۽ صداقت جو منارو آهي ۽ پاڻ سڀگورا خدا تائين پهتل آهن. مون ڏٺو تہ انسانذات تي هن ڪامل بشر جا ايترا تہ احسان آهن، جو سندن برخلاف بغض رکڻ وڏو ظلم آهي. ڏسو نہ، جيڪي ماڻهو وحشي هئا، بت پوڄيندا هئا، بي حيائي ۽ گناهن ۾ غرق هئا، تن کي پاڻ سڳورن عزت نفس، وقار، انساني احترام ۽ پاڪائي جو سبق سيکاريو ۽ کين اعليٰ صفتن سان سينگاري، خدا تعاليٰ جي حضور ۾ آڻي کڙو ڪيو، سندن تعليم جي اثر ڪري انساني قدر وڌيا، شراب نوشي جو خاتمو ٿيو ۽ اسلامي معاشرو پاڪائي ۽ تقدس جي ان بلندي تائين وڃي پهتو، جو تاريخ ۾ ان جو مثال نٿو ملي. خيال ڪيم تہ اهڙن بينظير ڪارنامن کان سواءِ حضور صہ جن جي پنهنجي ذات ايڏي تہ بي عيب ۽ پاڪ آهي جو عيسائين جي طرفان اهڙا ڪريل الزام مڙهڻ ڪاردلي ۽ سخت ڪنورپائي آهي. اهڙي طرح ڏينهون ڏينهن منهنجي دل عيسائيت کان باغي ٿي هلندي ويئي. تانجو هڪڙي ڏينهن هڪ مسلمان (امير الدين) سان منهنجي ملاقات ٿي. اسلام تي ساڻس گفتگو ٿي، مون بہ ڏاڍا آڏا ابتا سوال ڪيا، پر ميان صاحب بہ توري تڪي جواب ڏيندو

ويو. جڏهن اٿياسين تہ مون کي مڪمل اطمينان ۽ دلي يڪسوئي حاصل ٿي چڪي هئي. ميان اميرالدين صاحب منهنجي من ۾ دڪندڙ چٽنگ کي شعلو بنائي ڇڏيو ۽ جڏهن مون کي پڪ ٿي ويئي تہ اسلام ئي دين حق ۽ مڪمل نظام زندگي آهي، تڏهن مون مسلمان ٿيڻ جو فيصلو ڪيو. الحمدلله اڄ آئون مسلمان آهيان ۽ اسلام جي روحاني نعمتن سان سرفراز ٿي رهيو آهيان. ارادو ڪيو اٿم تہ جيڪا نعمت مون کي ملي آهي سا ٻين کي بہ ڏسيان، تہ اهي بہ فيضياب ٿين. (انشاءالله)

# حسين رئوف (انگلينڊ)

(HUSSAIN ROFF)

جڏهن ڪو ماڻهو پنهنجو اباڻو ۽ نسلي مذهب ڇڏي ڪو نئون دين اختيار ڪندو آهي ته عام طور تي ان جي پويان جذباتي، فڪري ۽ سماجي ڪارڻ هوندا آهن. پر آئون ان معاملي ۾ پنهنجي خاص طبيعت جي ڪري ڪڏهن به جذباتيت جو شڪار نه ٿيس. منهنجي نظر ۾ ڪي خالص فڪري ۽ سماجي ڳالهيون هيون، جن نيٺ مون کي اسلام جي آغوش ۾ آڻي ڇڏيو. ان کان اڳ مون دنيا جي سڀني معلوم مذهبن، الهامي ڪتابن، توڙي فڪري نظرين جو ڳوڙهو مطالعو ڪيو هو.

منهنجو پيءُ رومن ڪيٿولڪ ۽ ماءُ يهودي هئي. منهنجي اوائلي تعليم ۽ تربيت چرچ آف انگلينڊ جي اصولن مطابق ٿي هئي. اهڙي طرح آئون هڪ وقت ۾ ٽن مذهبن سان لهه وچڙ ۾ آيس. منهنجي ذهن ۾ شڪ تڏهن پيدا ٿيا، جڏهن مون يهوديت ۽ عيسائيت جي عقيدن جي پاڻ ۾ ڀيٽ شروع ڪئي. منهنجي وجدان مقدس اوتارن ۽ ڪفاري جو عقيدو مڃڻ کان بالڪل انڪار ڪري ڇڏيو، اٽلو آئون محسوس ڪرڻ لڳس ته ڪوبه عقلمند انسان نه رڳو بائيبل جي عقيدن ۽ پيچيده دعوائن کان پري ڀڄي ويندو، پر خدا جي روايتي تصور تي مدار رکندڙ چرچ آف انگلينڊ جي تعليمات کان به ٿهي ويندو، ڇوته انهن ۾ عقل ۽ شعور تي مبني ڪنهن به زنده عبادتي نظرئي جو وجود ئي ڪونهي.

يهوديت، جيتوڻيڪ بائيبل جي مختلف ڪتابن ۾ گهٽ وڌ سمايل آهي، پر ان ۾ مون خدا جو تصور ڪافي بلند ۽ باوقار ڏٺو ۽ ڪي قدر اڪوڻي اصليت به موجود نظر آئي. تنهنڪري مون يهوديت جون چڱيون خاصيون ڳالهيون قبول ڪري ورتيون. پر ڪن کي بالڪل رد به ڪري ڇڏيم. مثال طور جيڪڏهن يهودين جا سمورا اصول ۽ احڪام قبول ڪجن ته دنيا ۾ مادي زندگي گذارڻ جي تمام گهٽ

گنجائش بچندي. ٻيو تہ هتي رسمن، رواجن ۽ مصنوعي تصورات جو هڪ تمام ڊگهو سلسلو آهي جنهن لاءِ ذهن مشڪل سان تيار ٿئي ٿو. سڀ کان وڏي خرابي هيءَ آهي تہ يهوديت هڪ محدود طبقي جو مذهب آهي ۽ مختلف انساني جماعتن جي وچ ۾ ويڇا وڌائي ٿو.

مون چرچ آف انگلينڊ جي عبادتي طريقن ۽ تصورات کي بہ تمام ويجهو ٿي ڏٺو ۽ يهوديت جي مذهبي رسمن کي بہ جاچيم، نتيجو اهو نڪتو جو منهنجي ذهن ٻنهي کي قبول نہ ڪيو. رومن ڪيٿولڪ ۾ مون ڳجهہ ڳوهہ ۽ پراسراريت ڏٺي ۽ انساني احترام کي وهمن هيٺ ختم ٿيندي محسوس ڪيم. هتي هڪ پاسي تہ انسان پيدائشي گنهگار سڏجي ٿو تہ ٻئي پاسي پوپ ۽ سندس حواري معصوم عن الخطا ڪونجن ٿا.

سڀني ڪان بيزار ٿي مون هندو فلاسافي جو مطالعو شروع ڪيو ۽ اپنشد ۽ ويدن کي بنيادي درجو ڏيئي اڳتي وڌيس. پر نتيجو وري بہ ساڳيو نڪتو. ڪي ڳالهيون تہ مڃڻ جوڳيون هيون، پر اڪثر رد ڪرڻ جهڙيون. معاشي براين لاءِ هندوڌرم ڪوبہ حل پيش نٿو ڪري. برهمڻن کي تمام گهڻو مقدس سمجهيو وڃي ٿو ۽ کين تمام گهڻين سهوليتن جو حقدار پڻ چيو وڃي ٿو. پر اڇوتن لاءِ جيئري موت آهي. دنيا جي ڪنهن بہ مذهب ۾ انسانيت جي بيعزتي جو ايترو ڪريل مثال نٿو ملي، جيترو هندومت ۾ آهي ۽ مزي جي ڳالهہ اها آهي جو سارو ڏوهہ خدا تي مڙهيو ٿو وڃي، ڇڄي ٿو تہ اهو سڀ خدا جي مرضي سان ٿيو ٿئي.

ٻڌڌرم مون کي انساني ذهن ۽ ان جي عمل کي سمجهڻ ۾ ڪافي مدد ڏني. اندازو ڪيم تہ جيڪڏهن ضروري قسم جون قربانيون ڏنيون وڃن تہ مظاهر فطرت جو ادراڪ بالڪل ائين ڪري سگهجي ٿو جيئن ڪو ڪيميائي تجربو ڪبو آهي. ٻڌڌرم ۾ مون کي هندومت جي پيدا ڪيل ذات پات جي مت ڀيڏ جو ردعمل ڏسڻ ۾ آيو. پر ان ۾ وري اخلاقي تعليمات جي اوڻائي آهي، جيڪا هندومت ۾ بہ موجود آهي. ٻڌمت ۾ مافوق الانسان قوتون تہ حاصل ٿي سگهن ٿيون، پر جلد ئي

محسوس ٿيم ته انهن قوتن جو روحانيت سان ڪوبه واسطو نه آهي، جڻ سائنس جو ڪو شعبو آهي، جيڪو اخلاقيات کي ٽيڪ ته ڪونه ٿو ڏئي، البته انسان جي لاءِ هڪ اعليٰ درجي جي تفريح جو باعث ضرور بنجي ٿو. جذبات کي دٻائڻ ۽ خواهشات کي تابع ڪرڻ جو ڪم ته زينو جي پوئلڳن به ڪيو هو. وري مصيبت اها آهي جو ٻڌمت ۾ خالق ڪائنات جو ڪو تصور ئي ڪونهي. فقط ذاتي نجات لاءِ ڪوشش ڪجي ٿي ۽ ان جو طريقو به بالڪل غيرفطري ۽ مصنوعي آهي. ٿالسٽاءِ جي عيسائيت وانگر گهٽ ۾ گهٽ نظرياتي لحاظ کان ٿي سهي، ٻڌڌرم دنيا جي رهنمائي ڪري سگهيو ٿي، پر جيئن عيسائيت حضرت مسيح عہ جي اقوال زرين تائين محدود ٿي ويئي، تيئن ٻڌڌرم به فقط زباني جمع خرچ جو هڪ نمونو بنجي پيو آهي.

سوال پيدا ٿئي ٿو ته ڪي مذهب نظرياتي طرح به دنيا لاءِ ڇوٽڪاري جو سبب بنجي سگهجن ٿا ته پوءِ ڀلا عملي ميدان ۾ اهي ڇو رهنمائيءَ کان قاصر آهن؟ ان جو جواب هي آهي ته اهي مذهب هڪ محدود طبقي لاءِ هئا. عوام تائين انهن جي پهچ ڪانه هئي. عيسائيت ۽ ٻڌمت جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته انهن جي بانين سماجي مسئلن کي هٿ به نه لاتو آهي، انهيءَ جو سبب اهو آهي ته انهن وٽ اهڙن مسئلن جي ڪابه اهميت ڪانه هئي. حضرت مسيح عہ ۽ گوتم ٻڌ ٻنهي دنيا تياڳڻ جي تعليم ڏني آهي ۽ خدا تائين پهچڻ لاءِ ذات جي انڪار کي پسنديده ۽ لازمي چيو اٿن. ”وئراگيام“ يعني برائي کي نه روڪيو، سياٽي لاءِ تياري ڪريو، يا ”پنڊ جي ڪشتي جي عظمت“ جهڙا خيال ڪيڏا به ڪٿي بلند هجن ۽ جيڪي ماڻهو انهن ڳالهين تي عمل ڪن ٿا، تن جي ڪيڏي به ڪٿي تعظيم ڇونه ڪجي، ته به انهيءَ تعليمات جي سماجي حيثيت جي اهميت ڇئي نٿي سگهي، ڇوته ڪوبه عام ماڻهو انهن ڳالهين تي عمل ڪري نٿو سگهي ۽ نه ڪي انهيءَ سان ڪنهن غريب هاري يا مزدور جي ڏکن ڏولائن ۾ ڪا گهٽتائي اچي سگهي ٿي؟ انهن ۾ شايد روحاني سڪون جو ڪو پهلو موجود هجي، پر سماجي فائدي يا سماجي ڪارج جي لحاظ کان اهي ڳالهيون بالڪل بيڪار آهن.

اهو ٻڌي توهان کي شايد عجب لڳي ته عرب ملڪن ۾ رهڻ جي باوجود مون اسلام بابت ڪا خاص واقفيت حاصل ڪانه ڪئي. مون جيترو ڳوڙهو مطالعو ٻين مذهبن جو ڪيو، تنهن جي ڀيٽ ۾ منهنجي اسلام تي توجهه ٿوري هئي. ان زماني ۾ مون فقط راڊويل جو قرآن جو ترجمو پڙهيو هو، ان مان مون تي ڪو خاص اثر ڪونه ٿيو. اصل معاملو تڏهن اڳتي وڌيو، جڏهن لنڊن ۾ منهنجي ملاقات هڪ نهايت سٺي مسلمان مبلغ سان ٿي. ان وقت مون کي احساس ٿيو ته غيرمسلمن کي اسلام جي ويجهو آڻڻ لاءِ عرب ملڪن ۾ ڪجهه نٿو ڪيو وڃي، ۽ جيڪڏهن ان طرف ڌيان ڏجي ته نتيجا ڏاڍا سٺا نڪري سگهن ٿا.

بهرحال مون مسلمان ليکڪن جا ڪتاب پڙهيا ۽ هڪ مسلمان جي ڪيل قرآن جي ترجمي ته منهنجا چوڏهن طبق روشن ڪري ڇڏيا. محسوس ڪيم ته مون کي منزل هٿ اچي چڪي آهي ۽ انهيءَ گوهر جي ته مون کي سالن کان تلاش هئي.

سنه ۱۹۴۵ع ۾ عيد جي موقعي تي مون کي دعوت ڏني وئي ته مسلمانن جي عبادت کي به اچي ڏسان ۽ ٻوءِ ساڻن گڏ مانيءَ ۾ به شريڪ ٿيان. اتي مون ڏٺو ته ساري دنيا جا مختلف رنگ رکندڙ چمڙي وارا مسلمان، مختلف ٻولين ۽ تهذيبن سان واسطو رکندڙ ماڻهو ڀائرن وانگر هڪ هنڌ اچي گڏ ٿيا آهن ۽ هڪ ئي ٻولي ۾ ساڳئي طريقي مطابق عبادت ڪن، ڪابه وڏ ننڍائي ڪانه آهي. ڏٺم ته هڪڙو ترڪ شهزادو بنهن عام ماڻهن وانگر ٻين کي ڀيو ڀاڪر پائي گڏجي. هتي ڪنهن به امير کي دولت جي نشي ۾ يا وڏائي ۾ ترندو ڪونه ڏٺم، جيئن اسان وٽ عام انگريز پنهنجن شيدي ٻاڙيسرين سان روا رکندا آهن. مون کي اتي ڪوبه مصنوعي قسم جو غرور يا رياڪاري واري تقويٰ به ڏسڻ ۾ ڪانه آئي. سارو ماحول، باوقار ۽ معتدل هو.

آئون بيان نٿو ڪري سگهان ته اسلام جي هن باقاعدي ۽ عملي تعارف منهنجي دل دماغ تي ڪيڏو نه اثر ڪيو. هتي منهنجين اکين جيڪي ڏٺو سو ٻئي ڪنهن مذهب وارن ۾ ڏسڻ ۾ ڪين آيو. توهان اندازو نٿا ڪري سگهو ته دنيا جي مختلف مذهبن جو تفصيلي مطالعو

ڪرڻ ڪان پوءِ مون کي ڪنهن ۾ به ايتري ڪشش نظر نه آئي، جيتري بالڪل ٿوري عرصي ۾ مون کي اسلام ۾ ڏسڻ ۾ آئي. اسلام مون کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو ۽ آئون مسلمانن جي عظيم ۽ عالمگير برادري جو باقاعدي هڪ رڪن بنجي ويس.

مٿين وضاحتن ۾ اها ڳالهه ته اچي ويئي ته آئون مسلمان ڇو ٿيس، پر اها ڳالهه ڪانه آئي ته مون کي پنهنجي مسلمان هجڻ تي ناز ڇو آهي؟ فخر ۽ ناز جو احساس مون کي وقت ۽ تجربي مان ٿيو. مون هڪڙي انگلش يونيورسٽي ۾ اسلامي تهذيب ۽ ثقافت جي تعليم حاصل ڪئي آهي. تعليم جي دوران مون کي خبر پيئي ته يورپ کي اونداهيءَ مان (DARK AGES) مان ڪڍڻ وارو اسلام آهي. تاريخ مون کي ٻڌايو ته دنيا ۾ مسلمانن ڪيڏيون نه عظيم الشان سلطنتون قائم ڪيون هيون ۽ اهڙيون سائنسي ايجادون ۽ علم دراصل اسلام جي برڪت سان ئي آهن. اهوئي سبب آهي جو هاڻي جڏهن ڪو به سچاڻو دوست منهنجي مسلمان ٿيڻ تي افسوس ڪندي چوندو آهي ته تون پوئتي هليو ويو آهين ته آئون سندس جهالت تي مرڪندو آهيان. سوچيندو آهيان ته هي ماڻهو اسباب ۽ علل کي ڪيئن نه پاڻ ۾ ملائي ٿا ڇڏين. اهي آخر انهن ٻاهرين عوامل جي حوالي سان ڇو ٿا ڏسن، جن اسلام جي صورت کي غيرفطري طريقن سان ڪوجهو ڪري ڏيکاريو آهي. جيڪڏهن شين کي جاچڻ جي اهائي ڪسوٽي آهي ته پوءِ نشاة ثانيه جي مصوري کي ڇونه پن وجهن؟ جڏهن ته اڄ ٻار ڪيرائڻ جا منظر بين الاقوامي سطح تي عام طور تي ناهجن ٿا. پوءِ پيلا عيسائيت کي اونداهي زماني (DARK AGES) ۽ اسپين جي حوالي سان خونريزي، تباهي ۽ ظلم جو نشان ڇونٿا سمجهن؟

يورپ وارن کي اها ڳالهه وسارڻ نه گهرجي ته هن دور جي انصاف پسند عظيم شخصيتن اسلامي تهذيب کي تحسين جي نظر سان ڏٺو آهي. اسلام جي هن عميق سمنڊ ۾ اهڙا اهڙا موتي لڪل آهن، جيڪي اڄ به ساري دنيا جي اونداهه کي هٽائي سوجهرو پکيڙي سگهن ٿا.

# ڊاڪٽر حميد مارڪوس (جرمني)

## (DR. HAMID MARCUS)

ڊاڪٽر حميد مارڪوس هڪ سائنسدان، اعليٰ ليکڪ ۽ سٺي صحافي جي حيثيت سان جرمني ۾ ڪافي عزت ۽ شهرت رکي ٿو. ڊاڪٽر صاحب مشهور جرمني رسالي ”مسلم رويو“ جو ايڊيٽر به رهي چڪو آهي.



اها خبر ڪانه اٿم ته ڇو، پر منهنجي اندر ۾ ٻالڪ پڻي کان ئي اسلام لاءِ محبت هئي. جڏهن هوش سنڀاليم تڏهن اسلام کي سمجهڻ لاءِ مختلف ڪتابن کان علاوه قرآن مجيد جو غور سان مطالعو شروع ڪيم. قرآن شريف جو اهو نسخو سن ١٧٥٠ع جو ڇپيل هو ۽ اسان جي اباڻي ڳوٺ جي لائبريري ۾ رکيل هو. هي اهو نسخو هو جنهن کي مشهور جرمن مفڪر گوئٽي اسلام بابت معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ پڙهيو هيو.

اڃا مس ڪي صفحا پڙهيا هئم جو حيرت ۽ مسرت جي اونهي احساس مون کي ششدر ڪري ڇڏيو ڏٺم ته قرآن جي اپيروچ سراسر منطقي ۽ اعليٰ استدلال تي قائم آهي. ٻيو ته اسلامي تعليمات حيرت انگيز حد تائين فطري ۽ باوقار آهي. ان ڳالهه به مون کي ڏاڍو متاثر ڪيو ته اسلام پنهنجن پوئلڳن ۾ هڪ زبردست روحاني ۽ سماجي انقلاب برپا ڪيو آهي، جنهن جو سلسلو اڄ تائين مسلمانن جي نالائقي هوندي به هليو اچي.

خوشقسمتيءَ سان جن ڏينهن ۾ آئون جرمني ۾ رهندو هوس، اتي مسلمانن سان گڏ رهڻ ۽ گڏ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو. سندن چڱين خصلتن مون تي چڱو اثر ڪيو. پوءِ ته آئون برلن جي مسجد ۽ جرمن مسلم مشن جي باني سان مليس ۽ سندس تفسيري درس قرآن

۾ شريڪ ٿيڻ لڳس. آئون بناهبڪ چوان ٿو ته مون هن اعليٰ انسان جو ڪيترن سالن تائين تمام ويجهڙائيءَ کان مطالعو ڪيو ۽ سندس روحاني پاڪائي، جسماني مجاهدي به منهنجي من جي دنيا کي ئي بدلائي ڇڏيو ۽ نيٺ هڪڙي ڏينهن سندس هٿ تي اسلام قبول ڪيم.

اسلام قبولڻ ۽ هن نئين دين جو ڳوڙهو مطالعو ڪرڻ کان پوءِ جنهن ڳالهه تي مون کي وڏيڪ حيرت ۽ مسرت ٿي، سا اها هئي ته انسانذات جي ڀلائي لاءِ غور فڪر کان پوءِ جن خيالن تائين آئون پهتو هوس، اسلام انهن سڀني جي وڌيڪ بهتر تائيد ۽ تڪميل ڪئي آهي. مون کي ان حقيقت روحاني خوشي عطا ڪئي ته اسلام ۾ خدا تي ايمان بنياد جي حيثيت رکي ٿو ۽ ساڳي وقت خدا جي ذات ۽ صفتن بابت ڪابه اهڙي ڳالهه ڪانه ڪئي اٿس، جنهن کي جديد سائنس غلط ثابت ڪيو هجي. اهوئي سبب آهي جو اسلامي عقيدي ۽ سائنس جي جديد نظرين ۾ ڪوبه تصادم يا تڪرار نه آهي. اها شيءِ مون جهڙي ماڻهوءَ لاءِ هڪ لازوال نعمت کان گهٽ نه آهي، جيڪو بنيادي طرح هڪ سائنسدان ۽ سائنسي تحقيقات جو شيدائي آهي.

موجوده دور جي انسان لاءِ اسلام جو اهو پهلو به زبردست افاديت رکي ٿو ته هن مذهب جو رويو سماجي زندگيءَ ۾ خشڪ ۽ بنالچڪ نه آهي. هي ته زندگيءَ سان گڏ هلڻ وارو دين آهي، جيڪو فطري ۽ باوقار نظام جو پرچار ڪري ٿو. اسلام پوري زندگي تي اثرانداز ٿئي ٿو. اسلامي قانون جائز انساني آزادي تي ڪابه روڪ نٿو وجهي، اٽلو ان ڏس ۾ رهنمائي ڪري ٿو، جنهن جي ڪري ويتر انساني عزت، شرف ۽ وقارم واڌارو ٿئي ٿو.

ورهين کان اها ڳالهه به ڏسندو اچان ته اسلام ۾ اعتدال آهي. هي دين فرد جي ذات جو تحفظ ۽ احترام به ڪري ٿو ته سماجي ۽ اجتماعي تقاضائن کان به اکيوٽ نٿو ڪري. اسلام ۾ تعصب جو ته لنگهه ئي ڪونهي ۽ رواداري ايڏي ته گهڻي آهي جو چڱي ڳالهه جتان به ملي، قبول ڪرڻ جي صاف موڪل ڏني ويئي آهي.

# ڊاڪٽر خالد شيلڊرڪ (انگلينڊ)

(DR. KHALID SHELDRICK)

ڊاڪٽر خالد شيلڊرڪ سن ۱۹۰۳ع ۾ اسلام قبول ڪيو هو. ان وقت سندس عمر فقط تيرهن سال هئي ۽ هو عيسائي مذهب جي تعليم ۽ تربيت حاصل ڪري رهيو هو. حيرت انگيز ڳالهہ اها آهي جو ڊاڪٽر صاحب تائين اسلام جي حقانيت اسلام جي خلاف عيسائين جي لکيل ڪتابن جي ذريعي واضح ٿي. جڏهن هن اسلام قبول ڪيو تہ سندس پيءُ کيس گهران ڪڍي ڇڏيو، پر نوجوان خالد راهہ حق جون مصيبتون مڙس ٿي سٺيون ۽ اسلام جي روشنيءَ کي ٻين تائين پهچائڻ لاءِ مهم شروع ڪري ڏني. سندس اخلاص، تبليغي ڍنگ ۽ اڻٿڪ ڪوشش جو نتيجو اهو نڪتو جو انگلينڊ ۾ ڪ[illegible] ذهين ماڻهن اسلام قبول ڪيو. انهن ڀاڳوارن صاحبن منجهان ڪن جا نا[illegible]ي آهن: وليد بينسٽيڊ (۱۹۰۴ع)، احمد برائوننگ (۱۹۰۵ع)، عمر فلائيٽ (۱[illegible])، عمر رچرڊسن (۱۹۱۵ع)، روسي جنرل بيرن هوون (۱۹۲۰ع)، ايل جي [illegible] هل (۱۹۲۰ع)، ريورنڊ جي منيارڊ آف نيويارڪ (۱۹۲۴ع)، عبدالله ڊي (۱۹۲۵ع)، بلال اينڊيوز (۱۹۲۶ع)، رائل ايئرفورس جو وليد د[illegible] (۱۹۲۷ع)، ساراواڪ جي شهزادي هز هائيس خير النساءِ گليڊز پامر (۱۹۳۲ع)، خالد ڪينراڊ سيمپسن (۱۹۳۲ع)، انجنيئرنگ ڪاليج بنڊونگ جاوا جو پروفيسر ڪمال شو ميڪر (۱۹۳۴ع).

ڊاڪٽر خالد صاحب وڏين صلاحيتن وارو مشهور صحافي پڻ هو. [illegible]سلامي رسالن ۾ سندس بيشمار مقالا شايع ٿيا. هن "ميناريٽ" جي نالي سان پاڻ بہ هڪڙو ماهوار رسالو ڪڍيو هو، جيڪو ڊاڪٽرصاحب جي تبليغي دورن ۽ مالي تڪليفن جي ڪري ٿورن سالن کان پوءِ بند ٿي ويو. ڊاڪٽر صاحب مشرق بعيد، هندوستان ۽ مشرق وسطيٰ جي مختلف ملڪن جا ڪيترائي سفر ڪيا ۽ لنڊن ۾ هڪ مستقل تبليغي ادارو "ويسٽرن اسلامڪ ايسوسيئيشن" قائم ڪيائين. ڊاڪٽرصاحب پاڻ اداري جو تاحيات صدر هو ۽ ٻيون ڪيتريون نامور هستيون ان اداري جون ميمبر هيون.

هيٺ ڊاڪٽر صاحب جون ٻه تقريرون ڏجن ٿيون، جن ۾ پاڻ پنهنجي اسلام قبول ڪرڻ جي سببن تي ڳالهايو اٿس. پهرئين تقرير قاهره ۾ جمعيت شبان المسلمين جي اجتماع ۾ ڪئي هيائين.

(۱)

آئون پنهنجي تقرير جي شروعات ”لا الـه الا الله محمـد رسول الله“ الله جي پاڪ ڪلمي ســان ڪريان ٿــو. منهنجي دلي جذبات ۽ اندروني مسرت جي تقاضا اهائي آهي. مون اسلام ڪافي سوچ ويچار کان پوءِ قبول ڪيو آهي ۽ توهان کي عجب لڳندو ته دين اسلام بابت معلومات مون کي اول اول اسلام جي مخالفن طرفان لکيل ڪتابن مان ملي.

آئون برطانيه ۾ انگريز مائٽن جي گهر ڄائو هوس، جيڪي پروٽيسٽنٽ چرچ سان تعلق رکندڙ هئا. بابا سائينءَ جي تمنا هئي ته هو مون کي انهيءَ چرچ جو پادري ڏسي. تنهنڪري هو جڏهن به مون کي ڪو ديني ڪتاب پڙهندي ڏسندو هو يا مذهبي معاملن تي بحث ۾ مصروف ڏسندو هو ته ڏاڍو خوش ٿيندو هو.

توهان کي اهو ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان ته انگلينڊ وارا جيتوڻيڪ عيسائي مذهب جا پوئلڳ آهن، پر نوي سيڪڙو انگريزن کي عيسائيت بابت حقيقي واقفيت ڪانه آهي ۽ آئون وڏي واڪي اهو اعلان ٿو ڪريان ته آئون پاڻ به پنهنجي سڄي حياتيءَ ۾ هڪڙي ڏينهن لاءِ به عيسائيت جي اصولن جو قائل ٿي نه سگهيس. اهاته توهان کي به خبر هوندي ته عيسائين جو مدار هن عقيدي تي آهي ته خدا تعاليٰ جي اڪيلي ذات ۾ ٽي شخصيتون شامل آهن. هي هڪ اهڙو عقيدو آهي، جنهن کي انساني عقل مڃڻ کان انڪار ڪري ٿو. ڀلا اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو ته پيءُ ۽ پٽ ٻئي هر زماني ۾ هڪ ئي وقت تي موجود هجن. ڪنهن به زماني ۾ پيءُ جو وجود فرض ڪيو وڃي ته پٽ جو وجود به ان سان لازمي هوندو آهي. اهو عقيدو سمجهه کان مٿي آهي.

ڪوبہ عقل سليم رکندڙ شخص ان کي قبول نہ ڪري سگهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ عيسائي هن عقيدي کي بناسمجهہ جي سيني سان سانديو ويٺا آهن. توهان کي اهابہ خبر هوندي تہ عيسائي ۲۵ ڊسمبر تي حضرت مسيح ع جو جنم ڏينهن ملهائيندا آهن، جڏهن تہ ان ڳالهہ جي حق ۾ نہ تہ حضرت مسيح ع جا سند پيش ڪئي آهي ۽ نڪي ڪنهن بہ هم عصر يا قريب العصر ماڻهوءَ جي سند آهي. اصل ۾ اهو ڏينهن پوپ جي طرفان مقرر ڪيل آهي، جنهن جو تاريخ مان ڪوبہ ثبوت نٿو ملي، اٽلو حسابي اصول ان جي برخلاف آهي. حقيقت ۾ ۲۵ ڊسمبر جو ڏينهن قديم بت پرستن جو هڪ مقدس ڏڻ هو. بت پرست سج ديوتا کي پوڄيندا هئا، سو جڏهن سندن ديوتا يعني سج، جنهن کي هو حياتيءَ جو سرچشمو ڪري سمجهندا هئا، سياري ۾ پنهنجو ڦيرو پورو ڪندو هو تہ ٻئي ڏينهن تي اهي عيد ملهائيندا هئا ۽ ان ڏينهن کي پنهنجي ديوتا جو جنم ڏينهن ڪري مڃيندا هئا. انهيءَ سج جي ڄمڻ جي عقيدي کي عيسائين ڦيرائي مسيح ع جو ڄمڻ ڪري ڇڏيو ۽ بت پرستن جي قديم دستور مطابق ۲۵ ڊسمبر کي عيد جو ڏينهن مقرر ڪري ڇڏيائون.

ساڳئي طرح بت پرست ربيع (بهار) جي معتدل ٽيڻ جي ٻئي ڏينهن عيد ڪندا هئا، ڇوتہ سندن سمجهہ مطابق ان ڏينهن تي سندن خدا سج سندن واٽ ۾ آيل اونداهہ مٿان فتح حاصل ڪئي آهي، ۽ هاڻي طاقت ۽ روشنيءَ ۾ واڌارو ٿيو آهي. تنهنڪري اڳوڻن بت پرستن جي پيروي ڪندي جيئن عيسائين حضرت مسيح ع جو جنم ڏينهن مقرر ڪيو هو، تيئن ربيع جي اعتدال کي بہ مسيح ع جي طاقت حاصل ڪرڻ جو ڏينهن مقرر ڪيو ويو. جيتوڻيڪ اصل ۾ اهو ڏينهن بت پرستن وٽ سج ديوتا جي طاقت حاصل ڪرڻ جو ڏينهن هو. عيسائي هاڻي ان کي ايسٽر ڪري سڏيندا آهن.

بالڪل ساڳئي طرح پيءُ پٽ جو مسيحي عقيدو بہ اصل ۾ اڳوڻن بت پرستن جي عقيدن مان ئي ورتل آهي. ان جي ثابتي هي آهي تہ ٻڌ ڌرم جا پوئلڳ گوتم ٻڌ جي ننڍپڻ جي تصوير سندس ماءُ (مايا)

سان گڏ جنهن نموني ناهين ٿا. بالڪل ساڳئي نموني مسيح عہ جي ننڍپڻ جي تصوير سندن ماءُ بي بي مريم عہ سان گڏ اسين گرجاگهرن ۾ ڏسندا آهيون. حقيقت ۾ مسيح عہ جي شخصيت جيئن عيسائي بيان ڪن ٿا. ڪا تاريخي حيثيت نٿي رکي. جيڪڏهن ڪو ناقد علمي طريقي سان ان عنوان تي ڪم ڪري تہ ڪيس مايوسي جو منهن ڏسڻو پوندو. ان جو اندازو ڪرڻ لاءِ توهان مختلف ملڪن جي گرجائن ۾ مسيح عہ جون تصويرون ڏسي وٺو. مثال طور آسٽريا جي گرجائن ۾ حضرت مسيح جون تصويرون اٽليءَ جي گرجائن ۾ اڪريل تصويرن کان ڪافي مختلف آهن. اهڙي طرح ٻين ملڪن ۾ بہ ڏسي سگهجي ٿو. ظاهر آهي تہ مسيح عہ جي انهن فرضي تصويرن مان سندس شڪل جو اندازو نٿو ڪري سگهجي. ساڳئي طرح عيسائين جي مختلف طبقن ۾ عيسائيت جي اصولن ۽ حضرت مسيح عہ جي حياتي بابت بنيادي اختلاف موجود آهن. ڪوبہ غيرجانبدار ماڻهو عيسائيت تي لکيل ڪتابن جي معمولي مطالعي مان ئي ڳالهہ پروڙي سگهي ٿو.

اهي هيون ڪي بنيادي ۽ منجهيل ڳالهيون جن مون کي ٻين مذهبن جي مطالعي تي آماده ڪيو. پوءِ تہ مون انگلينڊ ۾ مختلف لائبريرين جا چڪر لڳائڻ شروع ڪيا ۽ ٻين مذهبن تي جيڪي بہ ڪتاب هٿ آيا سي پڙهندو ويس. مطالعي دوران هڪڙي ڳالهہ ڏاڍي عجيب محسوس ٿي، اها هيءَ تہ يهوديت، هندومت ۽ ٻڌمت وغيرہ جي باري ۾ تہ فقط معلومات ئي ڏنل هوندي هئي، پر جتي جتي اسلام جو ذڪر آيو ٿي تہ هرهڪ ليکڪ چٿرن ۽ طعن تنڪن کان سواءِ اڳتي ڪونہ ٿي وڌيو. اسلام بابت معلومات جو تت اهو هو تہ اسلام فقط عيسائي مذهب مان ورتل ڪن ڳالهين جو مجموعو آهي.

قدرتي طورتي مون کي خيال پيدا ٿيو تہ جڏهن اسلام اهڙوئي بي حقيقت مذهب آهي تہ پوءِ اسان جا ليکڪ ان تي ايڏا اعتراض ۽ چٿرون يا واويلا ڇوٿا ڪن؟ ساڳئي وقت ان جي مقابلي لاءِ ايڏو زور ڇوٿا ڏين؟ جڏهن تہ هڪ نڇ شيءِ کي ڏسڻ جي بہ ضرورت نہ هوندي آهي. بس انهيءَ احساس منهنجي لاءِ غور فڪر جون واٽون کولي

ڇڏيون. منهنجي اندر ۾ اها ڳالهہ ويهي رهي تہ عيسائي ليڪ اسلام کان شايد ڊڄن ٿا. جي ڊڄن نہ ها تہ ان جو ايڏو اثر بہ نہ وٺن ها ۽ نڪي ان جي مقابلي لاءِ ايڏي پريشاني ظاهر ڪن ٿا ۽ نہ ڪي ان کي ايترو گهٽ وڌ ڳالهائي ذليل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ها. خيال آيم تہ ڇونہ مسلمانن جا پنهنجا لکيل ڪتاب پڙهي ڏسان تہ اصل حقيقت ڇا آهي؟

اهڙي طرح سارو وقت اصل ڪتابن پڙهڻ ۽ سمجهڻ تي کپايم. شڪر آهي جو حقيقت تائين پهچڻ ۾ مون کي گهڻي دير ڪانہ لڳي. ڏٺم تہ اسلام تي ڪيل سمورا اعتراض جڙتو ۽ بي بنياد آهن. هي مذهب ايڏو تہ معقول آهي جو ڪوبہ صحيح عقل رکندڙ انسان ان کان پري رهي ئي نٿو سگهي. سو مون اسلام قبول ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. مون کي هڪڙي دوست ٻڌايو تہ ترڪيءَ جي استنبول شهر ۾ اياصوفيا نالي هڪ مسجد آهي. اتي اسلام جي تبليغ جو مرڪز آهي. مون مسجد جي ايڊريس تي خط ۾ پنهنجو سارو احوال لکي موڪليو. مسجد وارن منهنجو خط سلطان عبدالحميد جي خدمت ۾ پيش ڪيو ۽ سلطان المعظم جي سيڪريٽري مون کي جواب ۾ لکيو تہ آئون مشهور نومسلم انگريز شيخ عبدالله ڪوئلم (بئريسٽر) سان ملاقات ڪريان.

برادران اسلام! توهان سمجهي سگهو ٿا تہ هڪ انگريز مسلمان سان ملي، مون کي ڪيڏي نہ خوشي ٿي هوندي. آئون ڪوئلم صاحب وٽ ويس ۽ کلي طرح پنهنجن عقيدن ۽ خيالن جو اظهار ڪيم. شيخ صاحب اتي مون کي پاڪر پاتو ۽ ٿوري دير کان پوءِ آئون خود اسلامي برادريءَ جو هڪ رڪن بڻجي چڪو هوس. شيخ صاحب جي وڻندڙ شخصيت ۽ محنت جي نتيجي ۾ انگلستان ۾ پنجن سون کان بہ وڌيڪ انگريز مسلمان ٿيا.

ٿورن ڏينهن کان پوءِ خيال ڪيم تہ والد صاحب کي پنهنجي اسلام قبول ڪرڻ جو اطلاع ڏيان. عجب آهي جو ڪين منهنجي عيسائيت ڇڏڻ تي ڪوبہ رنج ڪونہ ٿيو، البتہ اسلام قبولڻ تي ڏاڍو صدمو رسيو. ساڳيو حال ٻين گهر جي ڀاتين جو بہ ٿيو. سڀني ڪوشش

ڪئي تہ آئون پنهنجي فيصلي تان لهي وڃان، پر آئون نهايت خوشي سان اعلان ٿو ڪريان تہ اڄ مون ڪي اسلام جو دامن جهليندي پنجٽيهہ سال لنگهي ويا آهن. پر منهنجو ايمان ويتر وڌندو ٿــو وڃي. اڄ آئون اڳي ڪان وڌيڪ اسلامي تعليمات جو معتقد آهيان ۽ دين جي فضائل ۽ محاسن جو وڌيڪ قائل آهيان. الحمدلله وس آهر عمل بہ ڪريان ٿو. آئون ولي هجڻ جي دعوئي تہ ڪونہ ٿو ڪريان، پر فرض ادا ڪرڻ ۾ وس پڄندي ڪسر ڪونہ ٿو ڇڏيان.

مون کي پڪ آهي تہ انشاءالله اهو ڏينهن ضرور ايندو، جڏهن ساري دنيا اسلام جو جهنڊو هٿ ۾ ڪري هلندي پر شرط رکو اهو آهي تہ اسلام جا پوئلڳ اسلام جي تعليم جو عملي نمونو دنيا جي آڏو پيش ڪن. اسلامي ملڪن ۾ سفر ڪندي مون محسوس ڪيو آهي تہ مسلمان عوام ڪمزور، بي عمل، بي همت ۽ ڇڙوڇڙ آهن البتہ جن ملڪن ۾ مسلمان اقليت ۾ آهن اتي جا مسلمان دين جي پيروي ۽ عمل ۾ اڳيرا آهن جوتہ ترقيءَ لاءِ اهي ڳالهيون تمام ضروري آهن. جيڪڏهن دنيا جي سيني ملڪن جا مسلمان پنهنجي دين تي هلن ۽ سندن سيرت ۾ اسلام جي عظمت نظر اچي تہ هوند اسلام جي ان عملي تبليغ جي ڪري غيرمسلم قومون اسلامي اصولن تي عاشق ٿي پون.

(ورتل "برهان" دهلي تان بحوالہ "ڪشڪول" از مفتي محمد شفيع مرحوم)

## (٢)

مون کي پنهنجن مائٽن جي حڪم تي چرچ آف انگلينڊ جي قاعدن قانونن جي سختيءَ سان پابندي ڪرڻي پوندي هئي سٺن سالن تائين آئون ڳاٽو ٽيو وينو هوس. اسان جو پادري هڪ اهڙو شخص هو جنهن جي آئون اڄ بہ ڏاڍي عزت ڪريان ٿو. هو سچار، بردبار، چشم

پوش ۾ قول جو پڪو انسان آهي. ننڍپڻ جي زماني ۾ مذهب کان مون کي ڪوبہ ڏک نہ پهتو. منهنجي عبادت مشين وانگرخودڪار هوندي هئي. وڏو ٿيس تہ مختلف ڪمن ڪارين ۾ ڦاسي ويس ۽ هڪ بالڪل مختلف ماحول سان واسطو پيم. منهنجن دوستن ۾ ڪي دهريا هئا تہ ڪي رومن ڪيٿولڪ، تنهنڪري انهن سان بحث مباحثا بہ ائين پيا ٿيندا هئا. انهن بحثن ۾ پهريون ڀيرو منهنجن عقيدن تي حملا ٿيا، جن هوريان هوريان مون کي لوڏي ڇڏيو. سو مون سنگتين جي اعتراض کي رد ڪرڻ لاءِ هڪڙي ڏينهن قسم کاڌو تہ انهن مسئلن جي تحقيقات ڪندس.

انهيءَ اٽڪڻ ۽ پريشان حالي ۾ مون ڪتاب پڙهڻ ۽ مسيحي مدرسن ۾ اچڻ وڃڻ شروع ڪيو. عيسائيت جي رد ۾ ڪافي ڪتاب مطالعہ ڪيم، انهن تہ ماڳهين منهنجو ايمان ئي خطري ۾ وجهي ڇڏيو. وس آهر سڀني مسيحي فرقن جا ڪتاب ڏٺم، انهن جي تاريخ ۽ تعليمات تي غورڪيم. انهيءَ جاکوڙ ۾ هڪڙي فرقي جون ڳالهيون مون کي وڻيون، اهو هو يونيٽيرين چرچ وارن جو فرقو، تنهن هوندي بہ تثليث جو معتقد هئڻ جي ڪري ضد ۽ هٺ ڌرمي وچان اجا بہ شوق ۽ محنت سان پيو مطالعو ڪندو هوس تہ من مون ۾ عيسائيت جي سچي مذهب هئڻ ۽ ٻين مذهبن جي باطل هئڻ جو يقين پيدا ٿئي. آئون ٻين مذهبن جي سخت خلاف هوس ۽ منهنجي مطالعي ۾ تنگدلي، ڪم ظرفي ۽ خشڪ مزاجي جو رنگ وڌيڪ هو. پر آخرڪار ان نتيجي تي پهتس تہ جنهن مذهب کي آئون پنهنجي فطرت ۽ عقل جي مطابق سمجهان ٿو سو عيسائي عبادت گهرن جي تعليم کان مختلف آهي. سڀ کان اول جيڪا ڳالهہ مون محسوس ڪئي، سا اها هئي تہ گرجائن ۾ ڏنل تعليم مطابق آئون گناهہ مان پيدا ٿيو آهيان، پر اها ڳالهہ تہ منهنجن پيارن مائٽن جي لاءِ وڏي بي عزتي آهي. ڪتابن ۾ لکيل هو تہ انهن مائٽن منهنجي پيدائش خاطر هڪڙو گناهہ ڪيو آهي. ڀلا اهڙي ذڪوئيندڙ ڳالهہ کي تسليم ڪري آئون آخر سندن پٺ ڪيئن ٿو سڏائي سگهان؟ اهو بہ معلوم ٿيو تہ آئون پاڻ بہ فطرتا گنهگار آهيان ۽ گناهہ

ڪرڻ کان سواءِ رهي ئي نٿو سگهان. تنهنڪري آئون پنهنجي فطرت جي ڪري ۽ پنهنجي همت ۽ طاقت مطابق ايا به وڌيڪ گناهه ڪري، جڏهن وڏو گنهگار بنجي ويندس تڏهن خدا تعاليٰ جي رضامندي حاصل ڪري سگهندس، ڇوته خدا گناهه کي منهنجي فطرت ۽ خلقت جو هڪ لازمي جزو بنايو آهي. انساني هستي لاءِ اهو نقشو ڪيترو نه پوائتو ۽ ڪل جهڙو آهي ۽ ان ۾ خالق حقيقي جي ڪمن کي ڪيڏو نه حقير ۽ ڪريل ثابت ڪيو ويو آهي. خود خدا تعاليٰ جي ذات کي ڪيڏو نه بدنام ڪيو ويو آهي. اهو ته سراسر ڪفر آهي. ازانسواءِ مون کي اهو به ٻڌايو ويو هوته آئون گنهگار هئڻ جي ڪري دوزخ جو پارڻ ٿيندس، جنهن ۾ ٽهڪندڙ پاڻي ۽ گندرف جي ڪري حالت نهايت هيبتناڪ هوندي. جيڪڏهن آئون ٻپتسمون وٺڻ کان سواءِ مري ويس ته ڪٽي ڪهڙو به ابهم ۽ معصوم ٻار هجان، پر منهنجي لاءِآزاهه ڪان بچڻ جي ڪابه وات ڪانه آهي ۽ منهنجو روح فنا ڪري ڇڏيو ويندو. اهو عقيدو اسلام جي تعليم جي ڪيترو نه خلاف آهي، جنهن بابت مون کي پوءِ خبر پئي ته سڀ ٻار اصل ۾ فطري مذهب مطابق پيدا ٿيندا آهن، پر پوءِ سندن مائٽ کين عيسائي، يهودي، هندو يا مسلمان بنائي ڇڏيندا آهن.

پيغمبر اسلام صه جي مٿين حديث مان، عيسائين جي مذڪوره اعتقاد جو ڪافي حد تائين رد ٿئي ٿو. مون بائيبل جون مختلف آيتون پڙهيون جن مان معلوم ٿيو ته خداوند خدا ڪو رحيم ۽ ڪريم خالق نه آهي، پر هڪ خونخوار ديوآهي، جنهن هڪ ادنيٰ حقير انسان جي عام خواهشن کي پورو ڪرڻ لاءِ ٻين سمورن انسانن کي تباهه ڪرڻ چاهيو هو. مون کي هي اعتقاد رکڻ جي تلقين ڪئي ويئي ته خدا تعاليٰ انسان ذات کي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪم کي ايترو ته بگاڙي ڇڏيو جو هن يهودين کان سواءِ ٻين سڀني قومن کي تباهه ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو. ان خيال کي مدنظرر کندي اهو فرضي حڪم به خدا جي پاڪ ذات ڏانهن منسوب ڪيو ويو آهي جيڪو چڻ هن يهودي قوم کي ڏنو هو ته بني نوع انسان جي هر فرد کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ انهن مان ڪنهن هڪ کي به جيئرو نه ڇڏيو. توهان پاڻ ٻڌايو ته آئون اهڙي غلط ڳالهه تي

ڪيئن ايمان رکي ٿي سگهيس؟ هرگز نہ. خدا انهن ماڻهن کي معاف ڪري جيڪي الله تعاليٰ جي انهيءَ طرح گهٽتائي ڪن ٿا. وڏيڪ ڏنم تہ جيتوڻيڪ الله تعاليٰ دنيا جي هدايت لاءِ بيشمار پيغمبر موڪليا پرانسان سخت ضدي هو. تنهنڪري الله تعاليٰ بني نوع انسان کي ابدي جهنم ۾ ڪيرائڻ جو ارادو ڪيو ۽ ان کان بچاءَ لاءِ فقط هڪ شرط هو، سو هن طرح پورو ڪيو ويو تہ (نقل ڪفر ڪفر نہ باشد) خداوند جي مويي پٽ، جنهن انساني نسل جي حمايت ڪئي هئي ۽ خداوند پيءُ بہ ان ڳالهہ تي راضي ٿي ويو تہ سندس مونيي پٽ انساني نسل جي پاران قرباني ڏيئي مري وڃي ۽ پنهنجن معصوم ڪلهن تي ساري جهان جي گناهن جو بار ڍوئي ڪٽي وڃي.

مٿئين عقيدي مان ثابت ٿئي ٿو تہ خداوند خدا، پنهنجي انسانيت پرست، بي قصور پٽ جي قتل جو پاڻ ذوهاري آهي؟ پر هن اهو ذوهہ ڪيو ڇو؟ فقط پنهنجي انذاڏند غضب ۽ ڏمر جي باهہ کي وسائڻ لاءِ! ان عقيدي جي جوڙيندڙن، خدا کي ظالم ۽ قاتل جي حيثيت ۾ پيش ڪيو آهي. وري ڏسو تہ اهو عقيدو ڪيڏو نہ جاهليت تي مبني آهي تہ خداوند جو مونيي فرزند يسوع مسيح ان شرط تي گناهن جو بار کڻندو تہ ماڻهو هن نجات ڏياريندڙ جي رت تي ايمان آڻي، ۽ ان وقت هي گيت ڳائيو آهي تہ گهيٽي جي رت سان پاڪ ڪيو ويو آهي، وغيرهہ وغيره. ڇا ڪڏهن ائين بہ ٿيو آهي، جو ڪو پادري يا ڪفاري جو معتقد مقتل ۾ وڃي رت سان وهنتو هجي؟ ۽ پوءِ پاڪ ٿي ويو هجي؟ اها ڳالهہ نهايت نفرت انگيز ۽ جهالت جي زماني جي يادگار آهي، جيڪا هن ويهين صدي جي دل دماغ جي شان وٽان هرگز نہ آهي. آئون نٿو سمجهان تہ اڄوڪو پڙهيل ڳڙهيل انسان ان ڳالهہ تي ڪيئن ايمان آڻي سگهي ٿو؟ وري اهو عقيدو تہ خداتعاليٰ ڪنهن شخص کي پنهنجو پٽ يا پٽيلو بنايو آهي ۽ ڪيس انساني خواهشون بہ ڏنيون اٿس، عجب آهي. منهنجي نظر ۾ اهو ڪافرائو جملو آهي ۽ وري جيڪڏهن ڪو شخص هن جڙتو عقيدي کي نہ مڃي تہ سزا جو مستحق سمجهيو وڃي ٿو.

مٿين عقيدن مطابق تہ خداتعاليٰ جڻ (نعوذبالله) پنهنجي پٽ ۽

انسانذات جو هڪ زبردست دشمن آهي. انسان کي چاپندي ٿي گنهگار بنائڻ، خود خدا کي بہ خواهشات جو غلام ثابت ڪري ٿو. هو هڪ اهڙو سخت طبيعت خالق نظر اچي ٿو، جو انسان بہ اهڙي فطرت ڪان پري ڀڄندو آهي، چوتہ ڀلا اهڙو ڪهڙو ٻيءُ آهي جيڪو پنهنجي ڪاوڙ گهٽ ڪرڻ لاءِ چاٽي ٻجهي پنهنجي پٽ کي ماري ڇڏي. تاريخ ۾ پڙهيو اٿم تہ جڏهن عيسائي مذهب عروج تي هو تڏهن جيڪو بہ ماڻهو پنهنجي دلي اطمينان لاءِ اهڙن عقيدن تي تنقيد ڪندو هو، تنهن کي يا تہ جيئرو جلائي ڇڏيندا هئا يا هميشہ لاءِ قيد ۾ وجهي ڇڏيندا هئا. بائيبل جي تاريخ ۽ تدوين جي واقعن مان معلوم ٿئي ٿو تہ بائيبل ڪن گمنام ليکڪن جي جوڙيل آهي. متي، مرقس، لوقا ۽ يوحنا وغيره انجيلن جا ليکڪ نہ آهن.

اها بہ خبر پئي تہ بائيبل ۾ ڪافي تحريف ۽ ترميم ٿي چڪي آهي. ٻيو اهو بہ تہ عيسائي مذهب ڪڏهن بہ تحمل ۽ بردباري يا سهپ جو مذهب نہ رهيو آهي. جيئن ٿي قسطنطنيہ جي شهنشاهہ اهو مذهب قبوليو تڏهان ڪر تثليث پرستن غيرمسيحين کي نهايت بيرحمي سان ايذاءَ پهچائڻ شروع ڪيا. مطلب تہ جڏهن بہ هن مذهب کي عروج حاصل ٿيو آهي تڏهن جنهن شخص بہ ان جي برخلاف ڪا اختلافي راءِ رکي آهي تہ ان کي سخت مصيبتون سهڻيون پيون آهن.

مٿين سمورين ڳالهين منهنجي دل ۾ اهو خيال پيدا ڪيو تہ ڪليسيا کي گهرجي تہ يسوع مسيح عہ ۽ سندس تعليم بابت ٻڌائڻ کان اڳ بائيبل جي انهن اصلي نسخن کي تلاش ڪري، جيڪي حقيقت ۾ تن ڏينهن ۾ پيغمبرن ۽ مرسلن لکيا هئا. نہ تہ هڪ اڻچاتل ۽ غيرمعتبر ڪتاب کي يسوع عہ جي مشن لاءِ شهادت طور پيش ڪرڻ سان تہ مورڳو عيسائيت هڪ غلط مذهب ثابت ٿئي ٿو.

مون کي ڊبليواستوارٽ راس جهڙي عظيم ليکڪ سان ملاقات جو شرف حاصل ٿيو آهي، جيڪو غازي صلاح الدين جو ايڏو تہ مداح هو جو هن پنهنجي تاريخ ۾ نالو بہ صلاح الدين رکيو آهي، چوي ٿو تہ، "جيڪڏهن خدا موجود آهي تہ پوءِ هو ان تصور کان تمام گهڻو بلند

آهي، جيڪو عيسائيت پيش ڪري ٿي. ۽ جيڪڏهن هن ڪائنات ۾ ڪا اعليٰ قوت (خدا تعاليٰ) رکندڙ هستي ممڪن آهي ته اها انهيءَ عاجز ۽ غريباڻي تصوير کان ضرور مٿي هوندي، جيڪا بائيبل ۾ پيش ڪئي ويئي آهي. وري جيڪڏهن خدا تعاليٰ جي شڪل ۽ صورت بابت ڪو احساس اسان جي فطرت ۾ موجود آهي ته اهو نقشو فقط اسلام ۾ ئي اسان کي ڏسڻ ۾ اچي ٿو." هن زبردست قلم جي ڏٺي انسان جي ذريعي مون ٻڌمت جو به مطالعو ڪيو، پراهو مذهب ته مذهب ئي ڪونه آهي، فقط خشڪ قسم جو فلسفو آهي. ڪو ماڻهو ڪشتو هٿ ۾ ڪري ٻڌمت جي ڀڪشو وانگر در در تي پنندو وتي يا يسوع وانگر رڻ پٽ جهاڳيندي پيو گذاري، ته اجوڪي دورجو ڪهڙو انسان انهن تي عمل ڪندو؟ جيڪڏهن يسوع ٻيهر دنيا ۾ اچي ۽ ساڳئي طرح هڪ پينو فقير واري زندگي اختيار ڪري ته ڇا دنيا ڪيس قبول ڪندي؟ نه! اڄ زماني ۾ اسلام جهڙي مذهب جي ضرورت آهي، جيڪو انسان کي زندگي جي باوقار ۽ معزز راهه ڏسي ٿو.

مون کي هڪ اهڙي مذهب جي گهرج هئي، جيڪو عمل جوڳو هجي. نلهو فلسفو، يا رڳو خيالن يا فقط خوابن جو مذهب نه هجي ۽ نڪي اهڙو هجي، جو ان تي عمل ڪرڻ لاءِ ٻين انسانن سان واسطا ٽوڙڻا پون. مون کي ته هڪ اهڙي دستورالعمل جي ضرورت هئي، جنهن تي هلي، آئون ٻين لاءِ توڙي پنهنجي لاءِ مثالي نمونو بنجي سگهان. ان مقصد لاءِ مون ٻين مذهبن جو غور سان مطالعو شروع ڪيو. آخرڪار مون کي احساس ٿيڻ لڳو ته جيڪي خيال منهنجي ذهن ۾ هڪ عقيدو بنجي چڪا آهن، سي هوبهو اسلام ۾ موجود آهن. اهي ڳالهيون ان وقت جون آهن، جڏهن اڃا مون ڪنهن مسلمان ليکڪ جو ڪتاب ڪونه پڙهيو هو ۽ نه ڪي ڪنهن مسلمان سان ملاقات ئي هوم. مون اسلام تي عيسائين ليکڪن جا لڳاتار حملا ڏسي، پنهنجو پاڻ کان سوال پڇيو ته هي اسلام کان ايترو ڊڄن ڇوٿا؟ آخر اسلام اها ڪهڙي تعليم ڏني آهي جنهن جي ڪري ڪليسا ان جو ايڏو دشمن ٿي پيو آهي؟ مون ڪوشش ڪري اسلام تي لکيل تقريبا سڀ ڪتاب گڏ ڪيا، پر اهي عيسائين جا

لکيل هئا. انهن ڪتابن جي ڳوڙهي مطالعي مان مون پاڻمرادو اصل معاملو حل ڪيو ۽ اڄ ڪان ڏهه سال اڳ ان نتيجي تي پهتس ته اسلام ئي برحق دين آهي. پهريون مسلمان جنهن سان مون کي ملاقات جو شرف حاصل ٿيو سو هو ڊاڪٽر عبدالله المامون سهروردي. ڊاڪٽر صاحب پاڻ به عيسائيت کان تائب ٿي مسلمان ٿيو هو. هن سان گفتگو ڪرڻ ۽ ڪي قدر پنهنجي سر تحقيق ڪرڻ ڪان پوءِ منهنجا سموراشڪ شڪوڪ ختم ٿي ويا ۽ مون مسلمان ٿيڻ جو اعلان ڪيو.

اسلام ترقي ۽ عروج ڏانهن وٺي ويندڙ مذهب آهي، سو دنيا کي به گهرجي ته هو عروج ڏانهن وڌي ۽ روشن ضميري کان ڪم وٺي ته جيئن هو پاڪ، صاف ۽ اعليٰ ڪردار جي مالڪ ٿئي. ٻئي پاسي عيسائيت آهي، جنهن هميشه ماڻهن جي فهم ۽ ادراڪ کي دٻائي رکڻ ۽ ڪچلڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ کين اڳتي وڌڻ ڪان روڪيو آهي. يسوع عه جي حياتي جو سچو احوال ملي ئي ڪونه ٿو، تنهنڪري هو اسان جو اڳواڻ ۽ رهبر به ٿي نٿو سگهي. پر حضرت محمد رسول الله ﷺ جن جي حياتيءَ جي هڪ هڪ ڏينهن جو احوال اسان کي معلوم آهي. تيرهن سالن تائين پاڻ سڳورن صه کي هر طرح جون تڪليفون ۽ ايذاءَ ڏنا ويا، تن کي پاڻ صبر ۽ استقلال سان سهي عمدا مثال قائم ڪيا. پوءِ جڏهن پاڻ فاتح ٿيا ۽ دشمن سندن پيرن ۾ اچي پيا ۽ کين دشمنن کان وير وٺڻ ۽ کين تباه برباد ڪرڻ جو پورو پورو اختيار حاصل هو ته ان وقت پاڻ سڳورن سڀني کي معاف ڪري ڇڏيو. ڪو به شخص رحمدل تڏهن چئي سگهجي ٿو جڏهن کيس وير وٺڻ جو پورو موقعو ۽ طاقت هجي ۽ پوءِ به هو معاف ڪري ڇڏي. پاڻ سڳورن ۾ تر جيترو به غرور يا وڏائي ڪونه هو، جوته پاڻ سڳورا بادشاه هوندي به گهر ۾ پاڻ پنهنجن هٿن سان ٻهارو ڪيندا هئا. پنهنجيون جتيون پاڻ سبندا هئا. پاڻ سڳورن پنهنجو سارو مال ملڪيت محتاجن ۽ غلامن کي آزاد ڪرائڻ ۾ خرچ ڪري ڇڏيو. پاڻ سڳورن جي حياتي جمڻ ڪان رحلت تائين دنيا لاءِ نمونو آهي. اسلام اسان کي ايثار ۽ چڱن ڪمن ڪرڻ جي هدايت ڏني آهي. اهي پاڪ ۽ نيڪ عمل، اسان کي بهشت

جو وارث بنائيندا. باقي نلهو زباني ايمان يا بناعمل جي اقرار اسان لاءِ بيڪار آهي. خدا تعاليٰ جي وحدانيت ۽ انسانذات جي ڀائپي اسلام جا بيمثال اصول آهن. انهن اصولن تي تہ مسلمانن کي ناز هئڻ گهرجي. اڄ الحمدلله آئون مسلمان آهيان. مون کي پنهنجي مسلمان ٿيڻ تي هرگز ڪو افسوس نہ آهي ۽ نہ ڪي آئون خدا ۽ سندس رسول جي پاند جهلڻ کان پوءِ ڪڏهن شرمندو ٿيو آهيان. شال الله تعاليٰ مون کي سڌي واٽ تي مرڻ گهڙيءَ تائين قائم رکي. آمين-

اشهد ان لا الــه الا الله واشهد ان محمدا عبده ورسوله

# خالد لطيف گابا (هندوستان)

ڪي ايل گابا (خالد لطيف گابا) جو اباڻو نالو ڪنهيا لال گابا هو. هو مظفر ڳڙهه ضلعي جي ليه شهر ۾ ڄائو هو. سندس پيءُ لالا هرڪشن لال، ويهين صدي جي شروعاتي زماني ۾ هندوستان جو نهايت نامور مالياتي ماهر هو. پنجاب جي ڪابينه ۾ سالن جا سال شامل رهيو ۽ ساڳئي وقت هو هڪ وڏو ڪارخانيدار ۽ اول درجي جو واپاري هئڻ جي حيثيت ۾ لکپتي ماڻهو هو.

سن ١٩١٧ع ۾ سينئر ڪيمبرج امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ ڪي ايل گابا انگلينڊ ويو ۽ سن ١٩٢١ع ۾ ڪيمبرج يونيورسٽي مان رياضي ۾ آنرز گريجوئيشن ڪيائين ۽ ٻئي سال بئريسٽري جي ڊگري حاصل ڪيائين. وطن ورڻ کان پوءِ لاهور هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. وڪالت جي زماني ۾ ڳوڙهي مطالعي ۽ گهڻي سوچ ويچار کان پوءِ هن سن ١٩٣٣ع ۾ هندومت ترڪ ڪري اسلام قبول ڪيو.

گابا صاحب هڪ اعليٰ قانوني ماهر هئڻ سان گڏ زبردست تخليقي ۽ تصنيفي صلاحيتن جو پڻ مالڪ هو. سندس پهريون ڪتاب سن ١٩٢٧ع ۾ ”انڪل سام“ جي عنوان سان ڇپيو، جيڪو هن مس هوميو جي مشهور ڪتاب ”مدرانڊيا“ جي جواب ۾ لکيو هو. مسلمان ٿيڻ کان پوءِ سندس مشهور ڪتاب ”پرافيٽ آف دي ڊيزرٽ“ (رڻ پٽ جو رسول) شايع ٿيو. هي ڪتاب نبي اڪرم صہ جي سيرت تي آهي ۽ حوالن ۽ سند جي لحاظ کان علمي حلقن ۾ وڏي عزت جي نگاهه سان ڏٺو وڃي ٿو.

١٩٣٦ع ۾ گابا گهراڻي تي مصيبتن جو دور آيو. پنجاب هاءِ ڪورٽ جو انگريز چيف جسٽس سرجان ڊگلس ينگ سندن دشمن ٿي پيو ۽ نهايت ڪريل طريقا استعمال ڪري سندن سموري جائيداد ضبط ڪري پيءُ ۽ پٽ کي جيل ۾ بند ڪرائي ڇڏيائين. قيد ۽ بند جو اهو سلسلو ڪيترا پيرا ورجايو ويو، تانجو ١٩٣٧ع ۾ لالا هرڪش لال ان ڪسمپرسي جي حالت ۾ وفات ڪري ويو. ان ظلم، ڏاڍ ۽ پنهنجي پيءُ جي مظلوميت واري موت کان متاثر ٿي خالد لطيف گابا صاحب ”نيو ميگنا ڪارٽا“ نالي ڪتاب لکيو جنهن ۾ سرڊگلس ينگ جي ذاتي ۽ معاشرتي ڪرتوتن جا وڪا پڌرا ڪيا ويا هئا. هن ڪتاب برطانوي عدالتي نظام ۽ انصاف ڪاتي جو پردو فاش ڪري ڇڏيو. نتيجو اهو نڪتو جو گابا صاحب تي

عدالتي توهين جو مقدمو قائم ڪيو ويو، پر جسٽس ينگ جي خلاف ايڏي تہ نفرت پيدا ٿي پيئي هئي جو ڪيس نيٺ استعفا ڏيئي جند ڇڏائڻي پيئي.

خالد لطيف گابا ۱۹۳۴ع کان ۱۹۳۷ع تائين هندوستان جي مرڪزي قانون ساز اسيمبلي جو رڪن رهيو ۽ ۱۹۳۷ع کان ۱۹۴۱ع تائين پنجاب اسيمبلي ۾ عوامي نمائندو رهيو. هن ٽيويهن کان وڌيڪ نهايت اعليٰ ڪتاب لکيا، جن ۾ برطانوي سامراج جو ڪچو چٺو بيان ڪيو ويو هو. گابا صاحب سياسي معاملن ۾ مسلم ليگ جي خلاف هئڻ جي ڪري هندوستان جي ورهاڱي کان پوءِ بمبئي هليو ويو ۽ هينئر اتي ئي رهي ٿو. هن هندوستاني مسلمانن جي خراب حالتن تي هڪ مستند ۽ دستاويزي ڪتاب (PASSIVE VOICES) (مجبور آواز) لکي دنيا کي پارتي مسلمانن جي مظلومي کان آگاهہ ڪيو ۽ نام نهاد پارتي سيڪيولرزم جا وکا پڻ پڌرا ڪيائين. هو هڪ جراتمند ۽ مستقل مزاج انسان آهي.

جنهن زماني ۾ گابا صاحب سرڊ گلس ينگ جي انتقام جو شڪار هو ۽ جيل ۾ هو تہ ضمانت تي آزاد ڪرڻ لاءِ انگريز ڊسٽرڪٽ اينڊ سيسن جج لاهور ڏيڍ لک روپيا ضمانت لاءِ گهريا. روزاني اخبار "زميندار" ۽ "احسان"، هندوستان جي مسلمانن کي ورجائي ورجائي اپيل ڪئي تہ ان رقم جو بندوبست ڪري هڪ بي گناهہ نومسلم کي قيد مان ڪڍايو، پر ساري هندوستان ۾ هڪڙو مسلمان بہ اهڙو ڪونہ هو جو ايڏي وڏي رقم جمع ڪرائي سگهي. انهن ڏينهن ۾ سيالڪوٽ جي هڪ ٺيڪيدار الحاج ملڪ سردار علي خواب ۾ حضور نبي اڪرم کي ڏٺو پاڻ سڳورن خواب ۾ کيس فرمايو تہ "لاهور ۾ هڪڙو نومسلم قيدي خالد لطيف گابا قيد ۾ پيو آهي. هن اسان جي باري ۾ هڪڙو ڪتاب لکيو آهي جيڪو اسان کي پسند آهي، تنهنڪري تون ڏيڍ لک روپين جو بندوبست ڪري لاهور وڃ ۽ کيس ضمانت تي آزاد ڪراءِ."

ملڪ سردار علي اڃا حيات آهي ۽ سيالڪوٽ ۾ رهي ٿو. هو نهايت فخر سان اهو خواب ماڻهن کي ٻڌائيندو آهي. بهرحال حضور اڪرم صہ جو حڪم ٻڌي، ملڪ صاحب لاهور پهتو ۽ پنهنجي جائيداد جا ڪاغذ تيار ڪرائي ضمانت لاءِ ڊسٽرڪٽ اينڊ سيشن جج جي ڪورٽ ۾ ويو، پر متعصب جج کيس ڊيڇاريو تہ گابا ڀڄي ويندو ۽ تنهنجي جائيداد سرڪار ضبط ڪري وٺندي. پر ملڪ صاحب مضبوط ٿي بيهي رهيو تہ ضمانت ضرور ڪرائيندس. جج جائيداد جا ڪاغذ نامنظور ڪندي چيو تہ روڪڙ رقم جمع ڪرايو. ملڪ صاحب ڀڄ ڊوڙ ڪري، ڏيڍ لک روپيا گڏ ڪري ڪورٽ ۾ جمع ڪرايا ۽ گابا صاحب کي ڇڏايائين.

هيٺ ڏنل تقرير خالد لطيف گابا صاحب، اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ لاهور جي بادشاهي مسجد ۾ ماڻهن جي هڪ وڏي ميڙ ۾ ڪئي هئي. هن تقرير ۾ علامہ اقبال رح بہ ويٺل هو.



خداوند بزرگ وبرتر جا لکين شـــڪـــر آهن، جنهن پنهنجن بيشمار گمراهہ بندن مان مون کي چونڊي، صراط مستقيم جي هدايت بخشي آهي ۽ ٻين لاءِ مثال بنايو آهي تہ جيئن سڀني ماڻهن کي خبر پوي تہ صداقت ۽ سچائي جو رستو اسلام کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نہ آهي.

ڀائرو! جڏهن انسان پيدا ٿئي ٿو تہ ڪيترن مرحلن مان لنگهڻ کـان پوءِ مـڪـمل ٿـئي ٿـو. پهـرئين مـرحلي ۾ سندس چپن تي مـرڪ هونـدي آهي ۽ منهن ۾ مـعـصـومـيت واري ڪشش هوندي آهي. هن ۾ چکڻ، سنگهڻ، ڏسڻ وغيـرهہ جا پنجئي حـواس مـوجود هوندا آهن. سموريون جبلتي خاصيتون ٻڻ هونديون آهن، پر اجا عقل نہ هوندو آهي. هو ڪجهہ وقت لاءِ هر شيءِ کي حيرانيءَ سان ڏسندو آهي. پر شين کي هڪ ٻئي کـان ڌار پرکي نہ سگهندو آهي. پوءِ هوريان هوريان پنهنجي مـاءُ پيءُ کي سـڃاڻندو آهي. شين بابت مـعلومـات وٺڻ لڳندي آهي ۽ زندگيءَ جو جادو اثر ڏيکارڻ شـــروع ڪندو آهي، تانجو اهڙي طرح قـدم بقـدم هو وڏي، پنهنجي جسـمـاني زندگيءَ جا مـرحـلا مـڪـمل ڪندو آهي.

يـائرو! انسـان جي روحـاني زندگيءَ جو بہ سـاڳئي طرح ٻالڪ پڻو هوندو آهي. انسـان ورهين کـان پوءِ وڃي، پنهنجي روحـانـي منزل کي رسندو آهي. هو غفلت جي ننڊ مـان سجاڳ ٿي، صداقت جي روشن دنيـا ۾ ايندو آهي. منهنجي مـسلمـان ٿيڻ تي هندو جاتي ۾ ڏاڍي ڪاوڙ پيدا ٿي آهي. مـون کي ويسـاهہ نٿو اچي تہ هندن منهنجي خلاف ايڏي گـولي باري آخر ڇو شروع ڪئي آهي؟ البتہ هڪڙي ڳالهہ ۾ آئون هندو پريس سان متفق آهيان يعني تہ هندو اخبارن اها ڳالهہ بالڪل صحيح لکي آهي تہ آئون ڪڏهن بہ ڪٽر هندو نہ هوس.

منهنجا مسلمان ڀائرو! هينئر منهنجو مثال هڪ اهڙي عاشق جهڙو آهي جنهن کي ڪنهن شهزادي سان عشق ٿي ويو هجي. سنگدل ماڻهو هن کي ڇا ڇا ڀيا چون. ڪو چوي ٿو ته بادشاهيءَ جي لالچ هن کي عاشق ڪيو آهي، ته ڪو وري چوي ٿو ته هن جو دماغ خراب ٿي ويو آهي. پر اصل ڳالهه هيءَ آهي ته عشق جي حقيقت ڪنهن به فلسفي يا منطق ذريعي پروڙي نٿي سگهجي. آسماني نور جو وسڪارو، خوردبين سان نٿو ڏسي سگهجي. جذبات جي چڙهندڙ سمنڊ کي دليل جي ماپن سان ماپي نٿو سگهجي.

محبت جي ميدان ۾، سر جو سانگ م َ ڪر
لاهي سر لطيف چئي، دوسن اڳيان ڌر
عشق نانگ اپر، خبر ڪاڏن کي پوي.

ڀائرو! منهنجو اهو عشق نئون نه آهي. منهنجي اندر ۾ به اها برهه جي باهه پندرهن ورهيه اڳ دکي هئي. ان زماني ۾ آئون مصر ۾ هوس ۽ اتي هنڌين ماڳين پکڙيل اسلامي تهذيب ۽ تمدن جي نظارن منهنجي دل تي لازوال اثر ڪيو. آئون اسلامي معاشرت ۾ سادگي، وقار ۽ هڪ ٻئي سان محبت، انساني احترام ۽ مساوات جي خاص ڍنگ کان ڏاڍو متاثر ٿيس. اها چڻنگ دل ۾ آهستي آهستي دکندي رهي، تانجو اندر جا سمورا شڪ شبها، ڪک پن وانگر سڙي رک ٿي ويا. ۽ اڄ الله جي فضل ۽ ڪرم سان منهنجا دل ۽ دماغ اسلام جي سچائي سان ڀرجي ويا آهن. مصر کان موٽي اچڻ کان پوءِ جڏهن به ڪنهن مسجد وٽان لنگهندو هوس ته منهنجو ڪنڌ هميشه ان جي عظمت ۽ رعب جي اڳو جهڪي ويندو هو. مون کي ائين محسوس ٿيندو هو ڄڻ مسجد جا منارا مون کي اشارن سان پاڻ ڏانهن سڏي رهيا آهن ۽ موذن وڏي سڏ مون کي ئي پيو پڪاري ته نماز ڏانهن اچ. ان وقت منهنجي دل سيني مان ٻاهر نڪري، مومن جي صفن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ تڙپندي هئي، ته جيئن آئون به رحمان ۽ رحيم خدا جي تابعدار بندن ۾ وڃي شامل ٿيان. اهو احساس وڌندو ويو، تانجو وڏيڪ عرصي لاءِ ان کي روڪڻ منهنجي وس کان ٻاهر ٿي ويو. سو ڪلمون پڙهي آئون به اسلام جي خادمن،

شامل ٿي ويس. پر ٿي سگهي ٿو ته ماڻهو مون کان پڇن ته مون اسلام کي ٻين مذهبن جي ڀيٽ ۾ ڇو ترجيح ڏني آهي؟ تنهن لاءِ آئون مختصر طور تي چند ڳالهيون عرض ڪريان ٿو.

پهرئين شيءِ جنهن مون کي بيحد متاثر ڪيو، سا آهي اسلام جي سادگي ۽ هدايت. ارڪان اسلام آڱرين تي ڳڻڻ جيترا آهن. انهن سڀني جو بنياد ٻن اصولن تي آهي ۽ اهي ايترا ته واضح آهن جو ڪو معمولي عقل وارو انسان به انهن کي سولائي سان سمجهي سگهي ٿو. يعني ته محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم جي نبوت ۽ ان خدا جي وحدانيت، جيڪو ڪنهن جو نه پيءُ آهي ۽ نه پٽ، جنهن کي مٽي يا پٿرجي شڪل ڏيئي نٿي سگهجي. الله واحد آهي ۽ واحد ئي رهندو. قل هو الله احد الله الصمد لم يلد ولم يولد ولم يكن له كفوا احد

اسلام کي ترجيح ڏيڻ جو ٻيو سبب اسلام جي جمهوريت آهي. اسلامي مساوات، سوشلزم ۽ بالشوزم جي مساوات وانگر نه آهي، جيڪا اميرن کي ظاهري طرح غريبن خاطر ظالمن هٿان ماري ڇڏڻ سيکاري ٿي. هيءَ عيسائيت واري مساوات جهڙي به ڪونه آهي، جنهن ۾ هڪ شيدي کي گوري عورت ڏانهن ڏسڻ جي ڏوهه ۾ قتل ڪيو وڃي ٿو يا هڪ ڪارو عيسائي عبادت لاءِ انهن گرجائن ۾ وڃي نٿو سگهي، جن ۾ گورا عيسائي ويندا اهن. شيدين ۽ ڪاري رنگن لاءِ خاص ڌار گرجا گهر ٺهيل آهن، پر ان جي ابتڙ مسجدن جا دروازا هر مسلمان لاءِ يڪسان طرح کليل آهن، خواه هو ڪهڙي به رنگ وارو هجي يا ڪنهن به نسل سان تعلق رکندڙ هجي.

منهنجا اسلامي ڀائرو! جيئن ته اسلام جي عالمگير اخوت انهن ئي اصولن تي مدار رکي ٿي، تنهن ڪري اسلام قبولڻ جي به ڪا موسم مقرر نه آهي. ان سلسلي ۾ ٻن اصولن کي مڃڻ ڪافي آهي. ۽ اهوئي اسلام جو ڪلمو آهي يعني اشد ان لا الـه الا الله واشهد ان محمدا عبده ورسوله هي ڪلمون پڙهڻ سان ئي دنيا جي سڀ کان وڏي برادري جو محبت ڀريو ڀاڪر اسان ڏانهن وڌي ٿو. مسلم برادريءَ ۾ سڀ انسان هڪ جهڙا آهن ۽ اهو فقط نظريو نه آهي پر هڪ مضبوط حقيقت آهي.

هر نومسلم ڪلمون پڙهڻ سان ئي مسجد اندر ملڪ جي بادشاهہ سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهي سگهي ٿو ۽ بادشاهہ سان گڏجي ساڳئي دستر خوان تي ماني کائي سگهي ٿو.

برادران اسلام! منهنجي اسلام قبولڻ جو ٽيون سبب بہ ساڳئي اخوت (ڀائپي) جو احساس آهي. هن وقت هندن ۾ مندر اندر وڃڻ جي معاملي تي ڇڪتاڻ لڳي پيئي آهي. اسلام اهڙن انسانيت سوز بحثن کان پري آهي. اسان جي مذهب ۾ ڇوت ڇات جو تہ نالو نشان بہ ڪونهي. هندن جو هڪڙو فرقو اڇوتن کي شڌي جي ڇومنتر سان ڇوت بنائڻ جو دعويدار آهي، پر اها ڳالهہ ٿيندي ڪانہ، ڇوتہ ان راهہ ۾ ڪافي شيون رڪاوٽ بنيل آهن. هڪ هيءَ تہ هندو پيدائشي هندو هوندو آهي، بنايو نہ ويندو آهي. هندو نہ رڳو پيدائشي هندو هوندو آهي، پر هڪ خاص گوت يا خاص ذات ۾ پڻ جنم وٺندو آهي. اهي گوتون يا ذاتيون درجي بدرجي آهن. هندومت رڳو مئلن جي تناسخ ۾ تبديلي جو قائل آهي، جيئرن انسانن جي حالت نٿو بدلائي سگهي، ڪو بہ شودر، ڪتري نٿو بنجي سگهي ۽ ڪوبہ ڪتري برهمڻ نٿو ٿي سگهي. اها بي ڳالهہ آهي تہ سياسي مطلب لاءِ شودرن کي ظاهري طرح ٽيڪ ڏني ويئي هجي يا مهاتما گانڌيءَ کي خودڪشي کان بچائڻ لاءِ عارضي طرح ڪو پيار ڪيو ويو هجي. پر شودر ڪڏهن بہ هندن جي سماجي زندگيءَ ۾ برابر سطح تي شريڪ ٿي ئي نٿو سگهي، هرگز هرگز نٿو ٿي سگهي. پلي سو پيرا ڪٽي سڌ ڪيو ويو هجيس. ٻي رڪاوٽ اڇوتن کي ڇوت بنائڻ جي راهہ ۾ اها آهي تہ هڪ انسان جي هٿان ٻئي انسان جو شڌ ٿيڻ يا پوتريعني پاڪ ٿيڻ جو عمل ڪڏهن بہ مقبوليت حاصل ڪري نٿو سگهي. انهيءَ قسم جو خيال بہ ڏاهپ جي ابتڙ آهي. مذهب بدلائڻ، بندي ۽ خدا جو پاڻ ۾ معاملو آهي، اها تہ گستاخي ڇئبي جو هڪڙو انسان پاڻ جهڙي ٻئي انسان کي شڌ يا پاڪ بنائڻ جي صلاحيت رکڻ جي دعوي ڪري ٿو. ٻئي جي دل کي پاڪ بنائڻ وارا پهريئين پنهنجي پاڪ هجڻ جي ثابتي تہ ڏين.

ان جي برعڪس اسلام ۾ فقط مسلمان ٿيڻ جي اعلان سان ئي برابريءَ جا حق ملي ٿا وڃن. هتي پاڪائيءَ يا ناپاڪائيءَ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. انهن حالتن ۾ اڇوتن لاءِ منهنجو پيغام اهوئي آهي ته هو ٻيءَ گس پند ڇڏي اسلام ڏانهن اچن، جيڪو هنن جي انتظار ۾ آجيان ڪرڻ ۽ ڀاڪر پائڻ لاءِ ٻانهون کوليو بيٺو آهي. اسلام ۾ اچڻ کان پوءِ جنهن ڪي ڪپي تنهن ڪي ڇهن، جنهن وٽ ڪپين تنهن وٽ بناهبڪ وڃي ويهن. نماز ۾ مقتدي ٿي بيهن يا امام بنجي نماز پڙهائين، متن ڪابه پابندي نه آهي. هتي چڱو اهو آهي جيڪو متقي پرهيزگار ۽ پنهنجن فرضن کي پورو ڪري ٿو. ان اڪرمڪم عندالله اتقاڪم

برادران ملت! منهنجي لاءِ ڇوٿون ۽ آخري سبب هي آهي ته اسلام موجوده زماني جي تقاضائن جي بالڪل مطابق آهي. هن دور جي مشڪلاتن جو حل ڪنهن ٻئي مذهب ۾ نه آهي. اڄ دنيا اخوت ۽ مساوات گهري ٿي ۽ اسلام کان سواءِ اهي نعمتون ٻيو ڪٿي آهن؟ اسلام ۾ فضيلت جو معيار فقط تقويٰ آهي. سڀ کان سٺو ماڻهو اهو آهي جنهن جا ڪم سٺا آهن. اڄ دنيا ۾ حق وٺڻ جو غلغلو آهي، پر نيون نيون مائٽيون ۽ سڱابنديون پيون ٿين. اسلام عورت کي آزادي ۽ حق ڏياري ٿو ۽ عورت جي ازدواجي تعلق کي عقلمنديءَ جي مطابق مضبوط معاهدي تي قائم ڪري ٿو. اسلامي قانون انسانن لاءِ آهن، فرشتن لاءِ ڪونه آهن، تنهنڪري انهن فطري قانونن جو ئي نتيجو آهي، جو اسلامي معاشري ۾ هنگامه بازي، تماشگيري، سازباز، زناڪاري ۽ ڪنوارين مائن جهڙا مسئلا موجود نه آهن.

اسلامي ڀائرو! انسانذات لاءِ مناسب ترين ۽ بهترين مذهب اسلام آهي. گرجا خالي آهن، پر مسجدون ايمان وارن سان آباد آهن. خدا جي تابعدار بندن جو انگ چڱو خاصو آهي. اهي ڏينهن ۾ پنج دفعا خدا جي آڏو سر نوائن ٿا. اسلام ٻيهر پنهنجي اڳوڻي رنگ ۾ عروج ڏانهن قدم وڌائيندو ٿو اچي. دنيا جي ڪابه طاقت اهڙي نه آهي، جيڪا اسلام وانگر دنيا جي اڪيچار قومن جي اقتصادي توڙي اخلاقي مسئلن جو ڪو تسلي بخش حل پيش ڪري سگهي. اڇو ته اسين انهيءَ مقصد

ماٺڻ لاءِ ان دين لاءِ جنهن کي تيرهن سو سال اڳ عربي ڄام صلي الله عليه وسلم دنياآ ڏو پيش ڪيو هو، سڀ گڏجي پنهنجيون زندگيون وقف ڪريون.

عزيز ڀائرو! تقرير ختم ڪرڻ کان اڳ آئون پنهنجي ان دلي خوشيءَ جو وري اعلان ٿو ڪريان، جيڪا اسلام قبولڻ کان پوءِ منهنجي اندر ۾ ڇوليون هڻي رهي آهي. آئون خداوند برتر وبالا جي آڏو هٿ کڻي دعا ٿو پنان تہ هو مون کي اسلام جي اهڙي ڪا خدمت ڪرڻ جي توفيق بخشي، جيڪا توهان جي محبت ۽ خلوص وانگر بلند هجي. آمين

**وضاحت:-** گابا صاحب ٢ نومبر ١٩٨١ع تي بمبئي ۾ وفات ڪئي انا لله وانا اليه راجعون وفات کان ٿورو اڳ پاڪستان آيو هو ۽ سيالڪوٽ ويجي، پنهنجي محسن ملڪ سردار علي مرحوم جي پونيئرن سان ملاقات ڪرڻ جو مشتاق هو، پرافسوس جو کيس ايتري مهلت ڪانہ ملي.

# خديجہ فزوئي (انگليند)

نندپڻ ۾ منهنجي مذهبي تربيت چرچ آف انگليند جي نگراني هيٺ ٿي. پر جڏهن سمجهہ آيم تہ ذهن مطمئن نہ ٿي سگهيو. مون کي چرچ آف انگليند جي تعليمات ۾ قوت ۽ وقار جي گهٽتائي محسوس ٿي، تنهنڪري مون اهو چرچ ڇڏي ڏنو ۽ ويهن ورهين جي ڄمار ۾ رومن ڪيٿولڪ بنجي ويس. نتيجو اهو نڪتو جو منهنجا مٽ مائٽ ۽ دوست سخت ڪاوڙيا ۽ انهن جي ناراضگي يا دشمني مون کي ڪيترن ورهن تائين پريشان ڪندي رهي، پر مون کي يقين هو تہ رومن ڪيٿولڪ ئي سچو مذهب آهي ۽ ان تي خدا جو هٿ آهي، تنهنڪري مون ٻين جي دشمني ۽ پنهنجي پريشاني جي ڪا بہ پرواهہ ڪانہ ڪئي ۽ پنهنجي ڳالهہ تي قائم رهيس.

پر ڪجهہ عرصي ڪان پوءِ مون کي شديد احساس ٿيو تہ رومن ڪيٿولڪ هجڻ جي هڪ قيمت آهي، سا آهي سوچ، فڪر ۽ خيالن جي اظهار تي پابندي. مطلب هي تہ هيءُ هڪ اهڙو عقيدو هو جنهن ۾ چرچ جي تعليم کي هر قسم جي ڪمزوريءَ ڪان پاڪ سمجهيو ٿي ويو. ان تي اعتراض ڪرڻ ڪفر جي برابر هو. پوءِ اهو پلي ڪيترو بہ عقلي تقاضائن جي برخلاف هجي. سو جڏهن بہ منهنجو عقل ڪنهن ڳالهہ تي اعتراض ڪندو هو تہ آئون پنهنجو پاڻ کي سمجهائيندي هيس تہ اصل خرابي منهنجي عقل جي آهي ۽ چرچ عقل کان مٿي آهي. مثال طور هي عقيدو تہ چرچ ۾ جيڪا ماني پادري صاحب کائيندا آهن. سا اڳ ۾ ئي يسوع مسيح بنجي ويندي آهي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي تہ اها ساڳئي وقت خدا بہ هوندي آهي تہ انسان بہ هوندي آهي، جيتوڻيڪ ظاهر ۾ ڏسڻ ۾ ائين نہ ايندي آهي. اڪثر ڪري مون کي ڏاڍي حيرت ٿيندي هئي تہ هيڏو سارو انسان ماني ۾ اندر ڪيئن سمائجي ٿو وڃي ۽ ٻيو اهو تہ حضرت مسيح ساڳئي وقت ڪيئن

هنڌن تي بيشمار مانين ۾ ڪيئن حلول ڪري سگهي ٿو، جڏهن تہ دنيا ۾ لکين چرچ آهن ۽ هرهڪ چرچ ۾ ڪافي ساريون مانيون استعمال ٿينديون آهن. اها ڳالهہ بالڪل اڻ نهڪندڙ ۽ ڪل جهڙي لڳندي هئي. انسان پنهنجي گوشت پوست، هڏن رت سوڌو هڪ ماني جي شڪل ڪيئن وٺي سگهي ٿو.

ٻي ڳالهہ جنهن مون کي ڪافي پريشان ڪيو، سا هئي تہ حضرت عيسيٰ عہ جو سوريءَ تي چڙهڻ. چرچ وارا چون ٿا تہ حضرت عيسيٰ عہ جي قرباني جو اهو واقعو ڪيترائي ڀيرا ٿئي ٿو. عجب لڳندو هو تہ يسوع تہ هڪ ڀيرو صليب تي چڙهيو هو پوءِ ڀلا اهو واقعو وري وري ڇوٿو ٿئي ۽ ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ ٻيا بہ ڪيترا سوال هئا، پر مون جبر ڪري پنهنجو پاڻ کي چرچ سان وابستہ بڻي رکيو تہ چرچ جا عقيدا بهرحال درست ۽ صحيح آهن، البتہ عقل جي پهچ کان مٿي آهن. انهن خيالن کان جند ڇڏائڻ لاءِ مون پاڻ تي هڪ قسم جو روحاني نشو طاري ڪري ڇڏيو، سو ائين تہ پاڻ کي گهڻي ۾ گهڻي عبادت ۾ مشغول رکندي هيس تہ جيئن عقل کي مختلف شڪن بابت سوچڻ جو وقت ئي ملي نہ سگهي ۽ نہ کي دماغ ۾ بغاوت جا ڪيڙا پيدا ٿين. اها ڳالهہ ٻي آهي تہ آئون پنهنجو پاڻ کي پڪي ڪيٿولڪ نہ سمجهندي هيس ۽ ان تي سخت پريشان بہ هيس.

پر افسوس جو پنهنجو پاڻ کي مسغول رکڻ جو نشو دير تائين قائم رهي نہ سگهيو. مون ڪوشش تہ گهڻي ڪئي پر پنهنجي ذهن کي ڪنواري مريم عہ، يسوع ياپين بزرگن جي پوڄا تي آماده ڪري نہ سگهيس. ڪيٿولڪ، حضرت يسوع عليہ السلام جي والده کي مقدس نتا مڃين، پر ڪيس خدا جي راڻي ۽ سيني قوتن ۾ ثالث بہ ڪوٺين ٿا ۽ ساڳئي وقت سندس سفارش کي لازمي پڻ سمجهن ٿا. هڪ ڀيري هڪڙي پادري کي ڏنم تہ اسڪول جي ٻارن کي ہدايائين پئي تہ هڪڙو ماٿهو جيتوٽيڪ سخت بدبخت ۽ گنهگار هو پر مريم جي پوڄا باقاعدگيءَ سان ڪندو هو، رڳو انهيءَ هڪڙي نيڪيءَ جي ڪري هو جهنم کان بچي ويو. اهو ٻڌي آئون سوچ ۾ پئجي ويس تہ انجيل ۾ تہ

حضرت عيسيٰ کي نجات ڏياريندڙ چيو ويو آهي، پر هي پادري اها ڪرامت حضرت مريم کي پيو بخشي. آخر ٻنهي ڳالهين ۾ مطابقت ڪيئن ٿي سگهندي؟

انهن سيني ذهني مشڪلاتن جي هوندي به ڪيٿولڪ چرچ ۾ ڪافي ڳالهيون اطمينان جوڳيون به هيون ۽ ڪڏهن ڪڏهن ان ماحول ۾ خوشي به ٿيندي هئي تاهم سڄو هڪڙو سال منهنجي حالت ٻڏتر واري هئي. منهنجي ملاقات پروٽيسٽنٽ عقيدي وارن سان به ٿي. هنن جي مذهب ۾ به خلوص ۽ گرمجوشي ڪيٿولڪن کان ڪا گهٽ ڪانه هئي. هنن مون کي هڪ اهڙو رستو ڏسيو جيڪو ڪيٿولڪ عقيدن جو هوبهو متبادل هو. هنن وٽ بائيبل به سادگي هئي پر چرچ آف انگلينڊ واريون مبهم ڳالهيون نه هيون. هي فقط يسوع کي نجات ڏياريندڙ سمجهندا هئا. جيتوڻيڪ آئون هنن جي عقيدن جي سادگيءَ کان ڏاڍي متاثر ٿيس، پر فقط عقيدو ئي نجات جو ذريعو آهي، سا ڳالهه مون کي سمجهه ۾ ڪانه آئي. بهرحال ڪيترن شڪ شبهن جي باوجود آئون رومن ڪيٿولڪ عقيدي تي قائم رهيس.

ان وقت تائين آئون اسلام بابت ڪجهه به نه ڄاڻندي هيس. اخباري مضمونن مان رڳو ايتري خبر هيم ته اسلام غلاميءَ جو قائل آهي ۽ عرب ملڪن ۾ اڃاتائين اهو مڪروهه ڪاروبار هلي پيو. هڪ مرد کي گهڻين عورتن سان شاديءَ جي اجازت ڏيئي ڪري عورت تي ظلم ڪيو ٿو وڃي. جانورن کي بي رحميءَ سان ڪهي ڪاٽي ڇڏيندا آهن ۽ نشيدار شين جي واپار تي به ڪا بندش نه آهي. اسڪول جي زماني ۾ صليبي جنگين بابت پڙهيو هوم ته مسلمان سخت بي رحم ۽ ڪٺور هوندا آهن. ايترين سيني تعصبي ڳالهين هوندي به مون ارادو ڪيو ته اسلام بابت ڪجهه نه ڪجهه معلومات حاصل ڪريان. ڪيٿولڪ ۽ پروٽيسٽنٽ عقيدن جي وچ ۾ ذهني ڇڪتاڻ منهنجي اعصابن کي پيچي ڇڏيو هو ۽ بيمارٿي پيس. حل فقط اهو ڏسڻ ۾ آيو ته ڪيئن به ڪري صداقت کي جلد از جلد ڳولهي لهان. بهرحال مون ڪوشش ڪري قرآن جو نسخو هٿ ڪيو. مطالعي کان اڳ سنئين واٽ لاءِ خدا کان دعا

ڳـهـريم ۽ پوءِ بالـكل خالي ذهن تي قـرآن جي مطالعي کي لڳي ويس. مون پنهنجو مطالعو ائين شروع ڪيو ڇڻ مون کي ڪنهن بہ مذهب سان واسطو نہ آهي، نہ عيسائيت سان ۽ نہ اسلام سان واسطو آهي.

قرآن مان مون کي گـهڻو ڪجهہ مليو پر ذهن مختلف سوالن سـان ڀـرجي ويو. ڇا هي ڪتـاب واقـعي خدا جي طرفـان وحي آهي يا محمد ڪنهن نموني بائيبل جون تاريخي ڪهاڻيون ٻڌي خدا جي حوالي سان پنهنجي طرفان بيان ڪري ڇڏيون آهن. محمد صہ تي ڪو بدروح تہ سوار ڪونہ هو (خدا معـاف ڪري) پاڻ بيحـد ذهين انسـان تہ هئا، تنهنڪري شيطان ڪين پنهنجي مقصد لاءِ استعمـال تہ ڪونہ ڪيو هو. (نعوذبالله) انهن بيهوده سوالن جي جوابن لاءِ مون کي حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جي زندگي ۽ ڪردار بابت معلومات حـاصل ڪرڻ جي ضرورت پيئي. ان لاءِ مون مسلمـان توڙي غيرمسلمـان مصنفن جا ڪتاب هٿ ڪيا. خبر پئي تہ پاڻ سڳورن ڪنهن بہ انساني ذريعي سان يهودين توڙي عيسـائين جي تاريخ جو علم حـاصل نہ ڪيو هو. ڪين تہ پڙهڻ لکڻ بہ ڪونہ ايندو هو، تنهنڪري بائيبل جو پاڻمرادو مطالعو بہ نہ ڪيو هئائون. فرض ڪريو تہ پاڻ سڳورن قرآن جي سموري تعليم يهودي ۽ عيسائي عالمن کان حاصل ڪئي هئي تہ پوءِ اهو ناممڪن آهي تہ زباني گفتگو کي ايترو وضاحت سان ياد بہ رکي سگهي ۽ پوءِ وري ان کي ڪتـابي صورت ۾ ترتيب بہ ڏيئي ڇڏي. فرض ڪريو تہ اهو بہ ڪٿي ممڪن ٿيو هجي پر ايڏو وڏو ناتڪ ٻين ماڻهن کان هرگز لڪائي نٿو سگهجي. وري اهو بہ تہ خود يهودين ۽ عيسـائين لاءِ قـرآن جي مخالفت ڪرڻ بہ تہ هڪ غلط ڳالهہ هئي. دراصل ڪن ماڻهن اهڙا الزام مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر ثابتي نہ ملڻ جي ڪري الزام پاڻهي مري ويا. بهرحـال جڏهن مـون کي مڪمل اطمـينان ٿي ويو تڏهن مـون اسلام قبول ڪري ورتو ۽ ان لاءِ آئون خدا پاڪ جا لک شڪر ڪريان ٿي.

# سليمان شاهد مفسر (آمريڪا)

اها تہ دنيا کي خبر آهي تہ آمريڪا ۾ شيدين، "بليڪ پاور" جي نالي سان ڪيڏو نہ طوفان کڙو ڪيو آهي. اهي شيدي اٽڪل ٽي صديون اڳ گورن جي طرفان غيرانساني سلوڪ ۽ ظلم تشدد جو شڪار ٿيڻ کان پوءِ آخرڪار ڊاڪٽر مارٽن لوٿر ڪنگ جي اڳواڻيءَ ۾ اٿي کڙا ٿيا هئا. پر جلد ئي ڊاڪٽر صاحب جي معتدل رهنمائيءَ جو رسو توڙائي هٿياربند ۽ انتها پسند سرگرمين ۾ ڪاهي پيا ۽ Black Panthers نالي هڪ تنظيم ٺاهي گورن لاءِ اجل جو پيغام بنجي پيا. ٻئي ڌريون تشدد، قتل غارت ۽ ڦرلٽ ۾ هڪ ٻئي کان اڳيرو ٿيڻ جي ڊوڙ ۾ لڳي ويون ۽ پوري آمريڪا قوم ١٩٦٥ع کان ١٩٦٨ع تائين پورا ٽي سال خوفناڪ نسلي فسادن ۾ مبتلا رهي، جن ۾ انساني رت ريلا ڪري وهندو رهيو ۽ دارالحڪومت واشنگٽن جا مختلف حصا سڙي رک ٿي ويا.

اسلام سان منهنجو تعارف ان زماني ۾ ٿيو. مون کي بيحد احساس ٿيو تہ ٻئي قومون ساڳئي مذهب عيسائيت کي مڃين ٿيون، پر گورا عيسائي، شيدي عيسائين کي سهڻ لاءِ تيار نہ آهن ۽ هاڻي ردعمل طور ٻئي پاسي جو بہ ساڳيو حال آهي. آئون عيسائيت کان سخت بدظن ٿي ويس. خوش قسمتي سان منهنجي ملاقات مشهور انقلابي ملڪ الشهباز (ميلڪم ايڪس) سان ٿي. ميلڪم صاحب ان وقت صحيح عقيدو رکندڙ مسلمان ٿي چڪو هو ۽ اسلام جي تبليغي ڪم ۾ نهايت خلوص ۽ سرگرميءَ سان حصووٺي رهيو هو. اهڙي طرح آئون هن موصوف کان متاثر ٿيس ۽ سوشلزم، ڪميونزم يا ڪيپيٽلزم ذانهن وڃڻ کان ذري گهٽ بچي ويس، ڇوتہ عام شيدين جو لاڙو انهن نظامن ڏانهن بہ ٿي رهيو هو.

بهرحال آئون ميلڪم ايڪس جي تحريڪ ۾ شامل ڪونہ

ٿيس. انهن ڏينهن آئون هڪ مسيحي فرقي JEHOVAH'S WITNESS ۾ پادري جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيو هوس، سو عيسائيت ڇڏي، اسلام قبول ڪرڻ منهنجي لاءِ ڏاڍو ڏکيو هو، پر اسلام تي غور فڪر برابر جاري رکندو آيس. ٻئي سال مون مذڪوره فرقو ڇڏي ڏنو. ان جو هڪڙو سبب تہ اهو بہ هو جو ان ۾ بيشمار غيرعقلي ڳالهيون موجود هيون. مثال طور حضرت عيسىٰ جي اچڻ لاءِ ڪيترين تاريخن جو اعلان ڪيو ويو هو جن کي ٻيهر ٻيهر بدلائي ڇڏيو ويو هو.

روحاني سڪون لاءِ آئون يهوديت جي ويجهو بہ ويس، پر اتي مون ڏٺو تہ خود يهودي زبردست روحاني خلفشار ۽ بي سڪوني جو شڪار آهن. هر موقعي تي انهن جا نسلي تعصب ظاهر ٿي ٿي آيا. ۽ مون کي اهو اندازو ڪرڻ ۾ دير ڪانہ لڳي تہ هي نسل پرست يورپي يهودي مون شيدي کي پنهنجو "مذهبي ڀاءُ" سمجهي ڪڏهن بہ قبول ڪونہ ڪندا. مايوس ٿي مون هر قسم جا مذهبي خيال دل مان ڪڍي ڇڏيا ۽ انهن تحريڪن ۾ شامل ٿي ويس، جيڪي غريبن ۽ ڏتڙيل ماڻهن جي خدمت لاءِ پري پري ڳوٺن ۾ ويندي يون هيون. انهيءَ سلسلي ۾ ۱۹٦۷ع ۾ منهنجو ڪولمبيا ضلعي جي جيلن ۾ وڃڻ ٿيو. اتي هڪ پيرو وري اسلام سان تعارف ٿيو. هتي جا گهڻا شيدي هڪ نسلي فرقي Black Muslims ۾ شامل هئا. جيتوڻيڪ اهو فرقو اسلام جي حقيقي تعليم مطابق ڪونہ هو پر ٻين ڪيترن مسيحي فرقن جي ڀيٽ ۾ هي ماڻهو ڪي قدربهتر شهري ثابت ٿيا هئا. مون ڪيترن مسلمان شيدين کي ڏٺو جن جا اخلاق اعلىٰ ۽ مثالي هئا ۽ انهن ۾ شريفاڻي زندگي گذارڻ جا سيئي گڻ هئا.

ان زماني ۾ آئون اصلاحي ۽ رفاهي ڪمن سان گڏ ستاڪلي ڪارميڪائيل جي برپا ڪيل بليڪ يونائيٽڊ فرنٽ جو ميمبر بہ هوس ۽ نهايت سنجيد گيءَ سان BLACK PANTHERS وارن جي انتها پسند گروپ ۾ شامل ٿيڻ جو ارادو ڪري رهيو هوس تہ خوش قسمتيءَ سان منهنجي ملاقات هڪ پراڻي دوست سان ٿي. اهو دوست ڪيترا ورهيہ اڳ مون سان گڏ Jehoves Witnes ۾ مبلغ جي حيثيت سان ڪم

ڪندو هو، پر هاڻي ڏنومانس تہ نهايت نيڪ ۽ پرهيزگار ڏسڻ ۾ پئي آيو. گفتگو ٿي تہ خبر پئي تہ ڪيس زندگي تي ڀرپور ۽ پختو يقين آهي ۽ هو حقيقي آزادي ۽ سچي خوشيءَ سان مالامال آهي. عام شيدين وانگر هن جي ڳالهين ۽ روش ۾ مايوسي ۽ بددلي جو نالو نشان بہ ڪونہ هو. قدرتي طور تي مون هن کان سندس رجائيت ۽ مسرت جو راز پڇيو. هن جواب ڏنو تہ، ”اسلام.“ هو هاڻي راسخ العقيده ۽ سچو مسلمان ٿي چڪو هو ۽ ٻڌايائين تہ اسلام تي ايمان آڻڻ ۽ الله جي تابعداري اختيار ڪرڻ سان اهي سمورا مسئلا حل ٿي سگهن ٿا، جيڪي ”بليڪ پاور وارا“ ڪڏهن بہ حل نٿا ڪري سگهن.

هن نهايت اعتماد سان چيو تہ الله جي محبت ۽ رهنمائي هر قسم جي نفرت ۽ تشدد کان وڌيڪ طاقتور آهي. هن مون کي واشنگٽن جي اسلامي سينٽر ۾ اچڻ جي دعوت ڏني ۽ مون وڏي شوق سان اها ڪوٺ قبول ڪئي.

جمعي جو برڪت ڀريو ڏينهن، مون پهريون ڀيرو اسلامڪ سينٽر ۾ حاضري ڀري. آئون ان پرسڪون ۽ عظمت سان ٽمٽار ماحول کي لفظن ۾ بيان ڪري ئي نٿو سگهان، جيڪو هن مقدس ۽ بي حد پاڪيزه جاءِ تي ڇانيل هو. آئون جلال ۽ جمال جي هن حسين عمارت کان بہ مرعوب ٿيس ۽ قرآن جو دلڪش لحن بہ منهنجي دل تي اثر انداز ٿيڻ لڳو، پر جنهن ڳالهہ مون کي سڀ کان وڌيڪ متاثر ڪيو، سو هو عبادت ڪرڻ جو جادوئي طريقو. هن منظر تہ منهنجي حياتيءَ جو رخ ئي بدلائي ڇڏيو. اخوت، مساوات ۽ ضابطي جو ڪيڏو نہ شاندار ڏيک هو، جيڪو اکين مان لنگهي دل تي اثر ڪري رهيو هو. اڳي آئون اڪثر سوچيندو رهندو هوس تہ مساوات تي مبني معاشرو هن دنيا اندر تہ وجود ۾ اچي ئي نٿو سگهي، پر منهنجو اهو خيال وهم وانگر هوا ۾ اڏامي ويو. اکين ۾ نفرت جو جيڪو عام احساس ويهي رهيو هو سو تہ دل تان ماڳهين ميسارجي ويو. مون پنهنجين اکين سان جڏهن شيدين ۽ گورن، چينين ۽ آفريقين توڙي آمريڪين کي ڀائرن وانگر خدا جي حضور هڪ هنڌ ويٺل ڏٺو تہ خدا ۽ انسانيت تي منهنجو اعتماد وري بحال ٿيو.

هينئر مون اسلام قبول ڪيو آهي ۽ ڏسان پيو تہ اسلام جو اخوت وارو نظريو ڪو بيجان تصور نہ آهي، پر هڪ زبردست عملي قوت رکندڙ نظريو آهي ۽ ان جو تجربو مسلمان سوسائٽيءَ ۾ مون کي هرهنڌ ٿيو. نہ رڳو اهو، پر هاڻي تہ مون کي اسلام جو هرهڪ شعار بيحد محبوب آهي. آئون الله جا لکين شڪر ادا ڪريان ٿو، جنهن مون کي نسل ۽ رنگ جي واڇوڙن ۾ اکيون وجائي انڌو ٿيڻ کان بچائي ورتو. ڌڻي جي درگاهہ ۾ دعاگو آهيان تہ خداوندا! مون کي دين حق جي تبليغ جي توفيق عطا فرماءِ تہ جيئن آئون انسانذات کي سڌي رستي ڏانهن سڏيندو رهان. حقيقت ۾ هن وقت آمريڪا جي هر باشندي کي اسلام جي سچي صورت ڏيکارڻ جي سخت ضرورت آهي. اڄ تائين مغرب وارن کي اسلام جي حقيقي شڪل ڪانہ ڏيکاري ويئي آهي. اڄوڪو انسان عيسائيت ۽ يهوديت جي بي جان مذهبن کان گهبرائجي هيڏانهن هوڏانهن لوڏا پيو هڻي، پر ڪيس ڪا واٽ ڏسڻ ۾ نٿي اچي. هاڻي وقت آيو آهي جو اسلام جي دعوت کي دانائي ۽ جرئت منديءَ سان پيش ڪجي تہ پوءِ پڪ اٿم تہ مغرب جو مستقبل اسلام سان ئي وابستہ آهي.

# سيف الدين ڊرڪ والٽر موسگ (جرمني)
(SAIFUDDIN DIRD WALTER MOSIG)

آئون ١٩٤٣ع ۾ برلن (جرمني) جي هڪ عيسائي ڪٽنب ۾ پيدا ٿيو هوس. ان وقت اهو پرآشوب زمانو هو، جڏهن ٻي عالمگير جنگ آسماني عذاب وانگر يورپ کي وڪوڙي رهي هئي. ان عذاب جي ڊپ کان منهنجا مائٽ ١٩٤٣ع ۾ ئي پنهنجو وطن ڇڏي اسپين هليا آيا، جتان پوءِ ١٩٤٨ع ۾ ارجنٽائين (ڏکڻ آمريڪا) لڏي ويا. مون پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم ارجنٽائين جي قرطبہ (CORDOBA) شهر ۾ هڪ رومن ڪيٿولڪ اسڪول ۾ ورتي. تنهنڪري جيئن ٿيڻ گهرجي تيئن آئون بہ ننڍي هوندي کان ئي ڪٽر ڪيٿولڪ عيسائي بنجي ويس. ويتر بذات خود پادري بنجڻ جا خواب ڏسڻ لڳس، تنهنڪري روزانو باقاعدگي سان ڪيٿولڪ مذهب جا ليڪچر ٻڌندو هوس ۽ ڪڏهن ڪڏهن مذهبي معاملن ۾ پادرين جي مدد بہ ڪندو هوس. پر خدا کي تہ ٻي ڳالهہ منظور هئي. ۽ اهو سراسر خدا جو ڪرم ۽ فضل هو جو هڪڙي ڏينهن ائين ئي دل ۾ قرآن کي ڏسڻ ۽ پڙهڻ جي تمنا پيدا ٿي. سو مون قرآن جو هڪڙو اسپيني ترجمو ورتو ۽ ڪتاب کولي پڙهڻ لڳس. بابا سائينءَ بہ ڪو اعتراض ڪونہ ڪيو، سندس خيال هو تہ قرآن جو مطالعو منهنجي مذهبي عقيدن کي ويتر وڌيڪ پختو ڪندو. پر نہ تہ بابا سائينءَ کي ۽ نہ ڪي مون کي پاڻ بہ ڪا خبر هئي تہ آئيندي ٿوري دير کان پوءِ ڪهڙو انقلاب اچڻ وارو آهي ۽ الله تعاليٰ منهنجي لاءِ ڪهڙو فيصلو فرمائي چڪو آهي. ائين ڪٿي سمجهو تہ جڏهن مون قرآن کي کوليو هو تہ آئون هڪ متعصب عيسائي هوس، پرجڏهن وري بند ڪري رکيم تہ ان وقت آئون پوري طرح اسلام جي آغوش ۾ اچي چڪو هوس.

انهيءَ ۾ شڪ نہ آهي قرآن پاڪ جي مطالعي کان اڳ اسلام

جي باري ۾ منهنجي راءِ هرگز سٺي نہ هئي. هن ڪتاب کي هٿ ۾ کنيم تہ فقط تجسس ئي ذهن تي ڇانيل هو ۽ جڏهن کوليم تہ دل دماغ نفرت ۽ حقارت جي جذبات سان ڀريل هئا. ارادو هوم تہ ڪتاب جون ڪي وڏيون وڏيون غلطيون، تضاد ۽ بي بنياد وهمي ۽ ڪافرانيون عبارتون چونڊي ڪڍندس ۽ ماڻهن کي ڏيکاريندس. اها ڳالهہ تہ اڳ ۾ ئي عرض ڪري چڪو آهيان تہ آئون مذهب جي معاملي ۾ ڏاڍو متعصب هوس، پر جيئن تہ اجان نوجوان هوس تنهنڪري تعصب جو اهو رنگ بہ پڪو ٿي، اجان بغض ۽ دشمنيءَ تائين ڪونہ پهتو هو. ڪتاب کي اول کان پڙهڻ شروع ڪيم ڇوتہ طبيعت اڳتي پڙهڻ لاءِ تيار نہ پئي ٿي، پر ٿوري دير کان پوءِ شوق پيدا ٿي پيو ۽ آخر ۾ تہ حالت اها وڃي ٿي جو چڻ ڪو سخت اجايل هجان، جي صداقت جو صاف شفاف چشمو نہ مليو تہ ساهہ نڪري ويندو. پوءِ تہ اللهجل شانہ جو مون تي خاص ڪرم ٿيو ۽ جلد ئي اها گهڙي بہ آئي جڏهن الله جي ذات پاڻ منهنجي رهنمائي فرمائي ۽ آئون وهم پرستي مان نڪري، حقيقت جي دنيا ۾ آيس، ڪوڙ مان نڪري سچائي ۾ آيس ۽ اونداهہ پاڏ مان نڪري صاف سوجهري ۾ آيس، يعني عيسائيت ڇڏي اسلام ۾ داخل ٿي ويس. مون قرآن پاڪ جي مقدمي ۽ پنن ۾ پنهنجن مسئلن جو حل لڌو. منهنجي روح کي سڪون نصيب ٿيو ۽ منهنجا سمورا شڪ شبها هوا ۾ اڏامي ويا. مون کي ايمان ۽ يقين جو پندار ملي ويو. الله تعالىٰ پنهنجي نور ڏانهن منهنجي اهڙي طرح رهنمائي فرمائي جو مون ۾ پاڻ جهلڻ جي سگهہ ڪانہ رهي ۽ مون نهايت خوشدليءَ سان ڪنڌ نمائي ڇڏيو. قرآن مجيد جي حڪمت ڀرئي ڪلام هر شيءِ کي اکين اڳيان واضح ڪري ڇڏيو، پوءِ تہ مون کي هر شيءِ ۾ حڪمت نظر اچڻ لڳي. مون پنهنجو پاڻ کي سڃاتو ۽ ڪائنات جي حقيقت بہ سمجهہ ۾ اچڻ لڳي. اهڙي طرح پنهنجي خالق ۽ مالڪ جي حقيقي حيثيت جي خبر پوڻ لڳي.

قرآن مجيد مون کي آگاهہ ڪيو تہ آئون هيستائين گمراهيءَ ۾ ڀٽڪي رهيو هوس. مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو تہ مذهب جي نالي ۾ مون کي دوکو ڏنو ويو هو ۽ منهنجن محبوب استادن جا ليڪچر سراسر ڪوڙ تي

ٻڌل هئا. منهنجن خيالن ۽ تصورن جي دنيا گهڙي ڪن ۾ زبون ٿي ويئي ۽ ان جي جاءِ تي تائيد ايزدي سان هڪ نئين خوبصورت عمارت تيار ٿي پئي. انهيءَ ڳالهہ مون کي لافاني خوشيءَ سان تمتار ڪري ڇڏيو يعني تہ آخرڪار مون کي پنهنجي حقيقي مالڪ جي معرفت حاصل ٿي ويئي. منهنجي دل محبت ۽ احسانمنديءَ جي جذبات سان لبريز ٿي ويئي. ڀلا آئون ڪين جهڙو پنهنجي مهربان مالڪ جا ڪهڙا ڪهڙا ٿورا ويهي ڳايان! جيڪڏهن سندس رهنمائي شامل حال نہ ٿئي هاتہ هوند آئون ساري عمر جهالت جي آنڌاري ۾ پيو ٿاٻا کاوان ها.

بهرحال جيئن ئي آئون اسلام جي حقانيت کان آگاهہ ٿيس تہ خوشي ۽ ولولي جي بي پناهہ احساس اچي مون کي واريو ۽ پوءِ تہ آئون مائٽن، استادن، ڪلاس ڀائين، عزيزن، واقف ڪارن ڏانهن ڊوڙندو ويس ۽ ڪين هن عظيم نعمت کان واقف ڪرايم. خدا جي طرفان ظاهر ٿيندڙ ان نعمت لاءِ منهنجي تمنا هئي تہ سڀ ماڻهو ان کي اختيار ڪن تہ جيئن هو بہ جهالت ۽ تعصب مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري، پنهنجين دلين کي خدائي نور سان ڀرين تہ جي ائين نہ ڪيائون تہ وڏي نقصان ۾ پوندا ۽ دائمي مسرت کان محروم ٿي ويندا. پر هاءِ گهوڙا! افسوس! جو انهن منهنجي هڪڙي بہ ڪانہ ٻڌي. ڏنم تہ هنن جي ۽ منهنجي وچ ۾ تنگ نظري جو ڪو اهڙو ڪوٽ اڏايل آهي، جنهن جي ٿلهين ۽ وڏين ڀتين جي ڪري منهنجو آواز انهن تائين پهچي ئي ڪونہ ٿو. هنن جون دليون پٿر کان بہ وڌيڪ سخت آهن، جن کي حق ۽ صداقت جي ڪابہ ڳالهہ اثر ڪانہ ٿي ڪري. هنن منهنجين ڳالهين جو جواب سخت نفرت ۽ ڌڪار سان ڏنو ۽ مون کي ڏکوئڻ ۾ ڪابہ ڪسر ڪونہ ڇڏيائون، ايتري قدر جو منهنجو ٻاهر نڪرڻ ۽ اٿڻ ويهڻ بہ مشڪل ٿي پيو. هنن جي طرفان ايڏي زبردست مخالفت ڏسي، مون کي پڪ ٿي ويئي تہ هدايت فقط الله جي هٿ ۾ آهي. اها ڳالهہ ڳٺي منهنجي دل الله جي احسان اڳيان جهڪي ويندي آهي، جنهن پنهنجي خاص فضل سان مون کي پنهنجي دين "اسلام" ۾ پناهہ ڏني آهي.

آخر ۾ آئون اهو بہ عرض ڪريان ٿو تہ پنهنجي معلومات لاءِ

مون ٻين مذهبن جا ڪتاب بہ مطالعو ڪيا ۽ هر طرح اسلام کي مڪمل ۽ عملي ضابطو محسوس ڪيم. اسلام جي اڳيان ٻين مذهبن جو مثال ائين آهي جيئن سج اڳيان ماچيس جي تيلي. مون کي يقين آهي تہ جيڪو بہ ماڻهو قرآن کي سمجهي پڙهندو، سو انشاءَالله ضرور اسلام قبول ڪندو. شــرط اهو آهي تہ شل ذهن کي حق شناسي لاءِ بند نہ ڪري. اهڙو ڪوبہ شخص جيڪو تعصب کان پري آهي ۽ طبع بہ سلامت اٿس، سو قرآن پڙهڻ کان پوءِ بي دينيءَ جي اونداهہ ۾ گهڙِي سعادت لاءِ بہ رهي نٿو سگهي.

# صلاح الدين بورڊ (آمريڪا)

(SALAHUDDIN BOARD)

اها ١٩٢٠ع جي ڳالهه آهي جو هڪڙي ڏينهن آئون هڪڙي اسپتال ۾ وينو هوس، اتي لنڊن جو ڇپيل هڪڙو رسالو ”افريقن ٽائمز اينڊ اوريئينٽ ويو“ نالي پيو هو. اٿلائي پٿلائي ڏٺم ته اسلام تي هڪڙو مضمون نظر چڙهيو. پڙهيم، پڙهندي هڪڙو اهڙو جملو آيو، جيڪو سڌو وڃي دل ۾ لڳو. بس انهيءَ هڪڙي جملي منهنجي حياتيءَ جو رخ بدلائي ڇڏيو. اهو جملو هو، ”لا اله الا الله“ يعني الله کان سواءِ ڪوبه معبود نه آهي. حقيقت ۾ اهو مختصر جملو مسلمانن وٽ هڪ املهه ماڻڪ آهي، جنهن تي هو جيترو به ناز ڪن گهٽ آهي.

مون اسلام قبول ڪيو ته منهنجو نالو صلاح الدين رکيو ويو. مون کي محڪم يقين آهي ته اسلام سچو ۽ سڌو رستو آهي، ڇوته اسلام خدا جي اقتدار اعليٰ ۾ ڪنهن به ٻئي کي شريڪ نٿو ڪري. پيو هي ته خدا کان سواءِ ڪوبه اسان جي دانهن ڪوڪ اونهائي نٿو ٻڌي سگهي ۽ نه ڪي اسان جا گناهه معاف ڪري سگهي ٿو. اسلام فطرت سان بالڪل ٺهڪندڙ آهي. اسان ڏينهن رات ڏسون پيا ته ڪنهن به معاملي ۾ هڪ ئي وقت ۾ ٻه سربراهه نه ٿا ٿي سگهن. ڪارخانو هجي يا آفيس، ڪاروبار هجي يا ٻني ٻارو، شهر هجي يا ملڪ، بهرحال وڏو هڪڙو ئي هوندو آهي. تنهن کان سواءِ هن حقيقت به مون کي متاثر ڪيو ته عربن کي نئين حياتي بخشيندڙ هيءُ مذهب ئي هو. عرب، رڻ پٽ ۽ سڃي صحرا مان نڪتا ۽ ساري دنيا تي ڇانئجي ويا ۽ ساڳئي وقت انسانيت کي جهالت جي اونداهه مان ڪڍي علم ۽ تهذيب جي روشنيءَ ڏانهن وٺي آيا. اهي عرب ئي هئا، جن اندلس ۾ محبت ۽ فتح جا نغما پکيڙي ڇڏيا ۽ هڪ ويران ملڪ کي باغ بهار بنائي ڇڏيائون.

آئون جان ڊبليو ڊريپر جو به بيحد ٿورائتو آهيان، جنهن جي

جوڙيل ڪتاب "Intellectual Developmut of Europe" جي ڪري منهنجي دل تي مسلمانن جي عظمت جو نقش ويتر وڌيڪ ڄمي ويو. اسلام هر زماني ۾ علم ۽ تهذيب کي ترقي وٺائڻ ۾ زبردست رول ادا ڪيو آهي. جان ڊريپر اهو نقشو نهايت انصاف پسندي ۽ وضاحت سان چٽيو آهي. هو اندلس ۾ مسمانن جي آمد وقت يورپ جي عام معاشرتي حالتن بابت لکي ٿو ته:

" يورپ جي باشندن جي رهڻي ڪهڻي حد درجي وحشياڻي هئي، حيوانن وانگر ئي پيا حياتي گذاريندا هئا. اهي جسماني صفائيءَ جي تصور کان ناآشنا هئا ۽ سندن ذهنن ۾ جهالت جي اونداهه گهر ڪري ويئي هئي. هي ماڻهو ڪکاون گهرن ۾ رهندا هئا، جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي جهوپڙيءَ ۾ پٽ تي گاهه پيل هوندو هو يا پٽين تي ڪکن مان نهيل تڏا لڳل هوندا هئا ته اهڙو ماڻهو چڱو شاهوڪار ليکبو هو. انهن وٽ چونئرن جون ڦريون، گوار ۽ ٻوٽن جون پاڙون بهترين کاڌا سمجهيا ويندا هئا. گهڻو تڻو وڻن جون پاڙون ئي پٽي کائيندا هئا. جانورن جون کلون سڪائي پهريندا هئا ۽ اهي کلون تيستائين سندن جسمن سان چهٽيل هونديون هيون جيستائين ڦاٽي ڳري ليڙون ٿي ڪري نه پونديون هيون."

مسلمانن اچي يورپ جي ماڻهن کي ذاتي آرام ۽ سهولت سيکاري ۽ کين کائڻ پيئڻ، پهرڻ ۽ بهتر زندگي گذارڻ جا طريقا ڏسيا. اهي مسلمان ئي هئا جن يورپ کي جهالت، مايوسي ۽ وهمن سنسن جي انڌيرن مان ٻاهر ڪڍي، کين علم ۽ هنر سيکاريو، جن جي ڪري اڄ اهي ساري دنيا جا وڏيرا ٿيو پيا گهمن. منهنجو ايمان آهي ته عربن ۾ اهو انقلاب خدا، قرآن ۽ محمد صلي الله عليه وسلم پيدا ڪيو هو ۽ اهوئي اصل ۾ ڪيميا جو نسخو هو، جنهن عربن کي صدين تائين عزت ۽ شرافت جي زندگي عطا ڪئي هئي.

اشهد ان لا الـه الا الله واشهد ان محمدا رسول الله

# مولانا عبدالرحمٰن (هندوستان)

مولانا صاحب هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو ۽ اهل حديث مسلڪ جو وڏو عالم آهي. سندس اسلام قبولڻ جو واقعو پروفيسر محمد ايوب قادري ترتيب ڏيئي شاهه ولي الله اڪيڊمي حيدرآباد سنڌ جي ماهوار رسالي ”الولي“ ۾ شايع ڪرايو هو. پروفيسر صاحب جا ٿورا مڃيندي اسين [illegible] هو مضـ[illegible]ـسي نقل ڪري رهيا آهيون.



اڳوٺي پنجاب جي جالنڌر ضلعي جي نڪودر تعلقي ۾ ٻه مشهور ڳوٺ آهن، هڪ ميانوالي آرائيان ۽ ٻيو ميانوالي مولويان. آئون ميانوالي آرائيان ۾ ٢٠ فيبروري ١٩٢٠ع ۾ ڄائو هوس، منهنجو نالو رام سرن داس رکيو ويو. منهنجي پيءُ جو نالو لالا نندلال هو ۽ اسين ذات جا ريهاڻ کتري آهيون. اسان جو گهراڻو ان علائقي ۾ ڪافي مشهور ۽ هلنديءَ وارو هو. مائي مڃي وارا هئڻ جي ڪري سرڪار دربار ۾ به چڱو اثررسوخ هوسون. اسان جي قبيلي جا ماڻهو زميندارِي سان گڏ وڻج واپاربه ڪندا هئا ۽ علائقي جي سرداري به مليل هئي سون. منهنجو ڏاڏو انهن سالن تائين ڳوٺ جو سردار رهيو هو.

رواج جي مطابق منهنجي شروعاتي تعليم اسڪول ۾ ٿي. ١٩٣١ع ۾ مون شاهه ڪوٽ جي مڊل اسڪول مان انون درجو فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيو. وڌيڪ تعليم لاءِ دل ته گهڻي هئي پر موقعو ملي ڪونه سگهيو، تنهنڪري واپاري لائين اختيار ڪيم. مذهب سان دل نندي هوندي کان ئي هئي، سو حق جي تلاش ۾ مسلسل مشغول هوس. اسين توڙي ڳوٺ جا گهڻوڪري سڀ رهواسي سناتن ڌرمي هئاسون. تنهنڪري شرڪ ۽ غلط مذهبي رسمن کان مون کي طبيعتا نفرت هوندي هئي. جڏهن آئون اچا چوٿين درجي ۾ پڙهندوهوس ته منهنجا ٻه سؤٽ

دينات ۽ لالا گرڌاري لال واپار سانگي جالندر ۽ فيروزپور ۾ ڏهه ٻارهن مهينا رهي واپس موٽيا هئا. ان زماني ۾ مذهبي بحث ۽ مناظرا عام جام ٿيندا هئا، سو مون انهن کان پڇيو ته انهن به ڪي مناظرا ٻڌا يا نه ۽ جي ٻڌا هئائون ته مذهب بابت ڪهڙي معلومات حاصل ٿي؟ هنن جواب ڏنو ته اسين مخلوق آهيون ۽ مخلوق جي حيثيت ۾ اسان ڪنهن کي به ڪو نقصان يا نفعو پهچائي نه ٿا سگهون، اهو اختيار ته فقط ڀڳوان کي ئي آهي. معلوم ٿيو ته انهن تي آريا سماجي خيالن جو گهڻو اثر آهي. اها ڳالهه منهنجي ذهن ۾ ويهي رهي ۽ مون ان تي تجربا شروع ڪري ڏنا. اسان جي ڳوٺ جي پرسان ديپور نالي هڪڙو ڳوٺ هو. اتي بابا سيد رانا جي درگاهه هئي، جنهن تي اوري پري جا هندو، مسلمان ۽ سک اچي باسون باسيندا هئا ۽ نذرنياز ڪندا هئا. اسان جي گهران به نذرانو موڪليو ويندو هو. گهروارا جڏهن به منهنجي هٿان ڪا شيءِ موڪليندا هئا ته آئون واٽ تي کائي ڇڏيندو هوس ۽ قبر تي پيل پيسا به کڻي ويندو هوس. پر مون کي ته ڪڏهن به ڪو نقصان نه پهتو. ان جي ڪري منهنجي دل اجا به مضبوط ٿي ويئي.

آئون پنجين درجي ۾ هوس ته هڪ دفعي ڊپٽي صاحب دوري تي اسڪول ۾ آيو. استادن اسڪول کي ڏاڍو سينگاريو هو. هر ڪلاس ۾ ڪتبا ۽ چارٽ لڳايا ويا هئا. اسان جي ڪلاس ٽيچر روشن خان کي بيت لکي ڪلاس ۾ ٽنگرايا هئا، تن ۾ هڪڙو هي شعر لکيل هو:

آگاه اپني موت سے کوئي بشر نهين
سامان سو برس کا، پل کي خبر نهين

انهيءَ شعر منهنجي دل تي ڏاڍو اثر ڪيو. اسان جو هڪڙو ٻيو استاد بي انت سنگهه نالي هو. هي استاد صاحب، شاگردن کي عام طور تي نيڪ ڪمن لاءِ رغبت ڏياريندو رهندو هو ۽ هن شاگردن کان هڪ ڊائري به ٺهرائي هئي، جنهن ۾ شاگرد روز ڪنهن نه ڪنهن نيڪ ڪم بابت لکندا هئا، جيڪو انهن ساري ڏينهن ۾ ڪيو هو. استاد صاحب فرمايو ته جيڪڏهن ڪو وڏو نيڪي جو ڪم نه ڪري سگهو ته گهٽ ۾ گهٽ رستي تان ڪکر پٿر يا ڪنڊا وغيره ئي پري ڪري

ڇڏيندا ڪريو. ائين ڪرڻ سان چڱا ڪم ڪرڻ جي عادت پوندي.
استاد بي انت سنگهہ جي انهن ڳالهين بہ دل تي چڱو اثر ڪيو ۽ اهڙي طرح مون کي نيڪ ڪمن سان محبت پيدا ٿي پئي. فارسي ڪتاب پڙهندي هي شعر بہ ڏاڍو وڻيو:

از مکافات عمل غافل مشو
گندم از گندم بر ويد جو از جو

بهرحال انهن شعرن ۽ استادن جي نصيحتن جي ڪري منهنجي دماغ ۾ اها ڳالهہ ويهي ويئي تہ ڀلائي جو بدلو ڀلائي آهي ۽ برائيءَ جو بدلو برائي آهي. اسڪول ڇڏڻ کان پوءِ آئون ڀاڙمرادو مطالعو ڪندو رهيس ۽ ڪن مذهبي ڳالهين تي سوچيندو بہ رهيس. بت پرستي کان تہ مون کي شروعات کان ئي نفرت ۽ بيزاري هئي، تنهنڪري آئون آريا سماجين جي ويجهو ٿيندو ويس. شرڪ، بدعت ۽ رسم پرستي کان بہ طبيعت ٿهندي ويئي. اهڙي طرح آئون پنهنجي معاشري جو باغي ٿي پيس. مون آريا سماجين جا ڪتاب مطالعو ڪيا. ستيارٿ پرڪاش پڙهيم ۽ نظرياتي طرح آريا سماجي اصولن کي قبول ڪري چڪو هوس پر دلي اطمينان کان محروم رهيس. جيئن تہ الله تعاليٰ کي مون کي اسلام جي دولت کان نوازڻو هو، ان ڪري هن ان جي سبيل بہ پاڻ پيدا ڪيائين. نيٺ تحقيق ۽ تلاش جي طويل سفر کان پوءِ مون اسلام قبول ڪيو.

# مولانا عبيدالله سنڌي (هندوستان)

مولانا سنڌي هڪ جيد عالم، تحريڪ آزاديءَ جو هڪ وڏو رهنما، مفڪر، مصلح ۽ مجاهد هو. خانداني لحاظ کان سک هو. پر اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ پنهنجيون سموريون صلاحيتون دين اسلام جي واڌاري لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين. وطن جي آزاديءَ لاءِ ڏاڍا ڏک ڏنائين ۽ ڪيترن ملڪن جو رولڙو بہ ڪيائين. افغانستان، ترڪستان، روس، سوئٽزلينڊ ۽ عربستان ۾ سالن جا سال رهيو ۽ مسمانن کي غلاميءَ مان ڇڏائڻ ۽ زوال کان بچائڻ لاءِ عملي ڪوششون ڪندو رهيو. آخري عمر ۾ دهلي ۾ وچي رهيو. ١٩٤٤ع ۾ وفات ڪيائين.



آئون ١٠ مارچ ١٨٧٢ع تي سيالڪوٽ ضلعي جي هڪ ڳوٺ چيانوالي ۾ هڪ سک گهراڻي ۾ پيدا ٿيس. منهنجو پيءُ رام سنگهہ، منهنجي ڄمڻ کان چار مهينا اڳ وفات ڪري ويو. ٻن سالن کان پوءِ منهنجو ڏاڏو بہ گذاري ويو، ان ڪري منهنجي ماءُ مون کي مامي وٽ ڄامپور (ديرو غازي خان) وٺي ويئي جيڪو اتي تپيدار هو. ڏاڏو سکن جي ايامڪاري ۾ پنهنجي ڳوٺ جو سردار هو.

منهنجي تعليم ١٨٧٨ع ۾ ڄام پور جي مڊل اسڪول ۾ داخلا سان شروع ٿي. خدا جي فضل سان آئون پڙهڻ ۾ هوشيار هوس ۽ مون کي اسڪول جي مشهور شاگردن مان سيني کان مٿي ڪري ليکيندا هئا. ١٨٨٤ع ۾ منهنجي عمر ٻارهن سال ڪن هئي. ان زماني ۾ اسڪول جي هڪ آريا سماجي هندو شاگرد جي هٿ ۾ "تحفة الهند" ڪتاب ڏٺم. مون کي اچي شوق ٿيو، سو مون هن کان اهو ڪتاب پڙهڻ لاءِ ورتو. گهر وچي ڪتاب کي نهايت توجه ۽ دلچسي سان پڙهيم ۽ خاص طورتي اهو ڀاڱو جنهن ۾ نومسلمن جو احوال ڏنل هو، تنهن کي پڙهي ڏاڍو متاثر ٿيس. اهڙي طرح دل تي اسلام جي صداقت جو اثر قائم ٿي ويو.

ديرو غازي خان مسلم اڪثريت جو ضلعو آهي ۽ عام مسلمان

مذهب جا شيدائي ۽ پڪا سچا مومن آهن. هن ماحول اتي جي غير مسلمن کي ڏاڍو متاثر ڪيو هو. اهوئي سبب آهي جو شهر جي ويجهي ڳوٺ ڪوٽلي مغلان جا ڪي هندو دوست، جيڪي "تحفة الهند" پڙهي متاثر هيا هئا، تن مون کي شاهه اسماعيل شهيد رح جو لکيل ڪتاب "تقوية الايمان" پڙهڻ لاءِ ڏنو. هن ڪتاب جي مطالعي سان مون کي اسلام جي توحيد ۽ پوراڻن جي شرڪ جو تفاوت چڱيءَ طرح معلوم ٿي ويو. مون کي اها ڳالهه تمام گهڻي محسوس ٿيڻ لڳي ته جن جن شين کي آئون پنهنجي دل ۾ نيڪ سمجهندو هوس يا جن ڳالهين تي آئون عقلي طرح يقين رکندو هوس، سي هندن ۽ سکن جي مذهبي عقيدن ۽ طريقن جي ڀيٽ ۾ اسلام ۾ بهتر انداز ۾ موجود آهن، اهو ته هو منهنجو ذاتي تجربو ۽ احساس، البته مذڪوره ڪتابن ان سلسلي ۾ منهنجي ڪافي رهنمائي ڪئي. مون ڏٺو ته سک به خدا کي هڪ مڃين ٿا ۽ مسلمان به خدا کي هڪ مڃين ٿا، پر اسلام ۾ توحيد جو تصور سک مت کان گهڻو مٿي آهي. اهڙي طرح انساني مساوات به ٻنهي مذهبن ۾ آهي پر اسلام مساوات کي جيڪا صورت وتارائي آهي سا سک مت جي اصول کان ارفع ۽ اعليٰ آهي. مذهب جي معاشي رسمن کان ٻنهي مذهبن کي نفرت آهي، پر مون اڪثر محسوس ڪيو ته سک مذهب ۾ ڪافي اهڙيون رسمون به داخل ٿي ويون آهن جن جو گرونانڪ جي سادي تعليم سان ڪوبه واسطو نه آهي. مون انهن ڳالهين تي راتين جون راتيون سوچيندي گذاري ڇڏيون، تانجو مون کي يقين ٿي ويو ته جنهن مذهب تي منهنجون ماءُ پيٽون ۽ ماما آهن سو حق نه آهي، پر اسلام غيرن جو مذهب هوندي به سچو ۽ برحق آهي. هاڻي ڇا ڪريان؟ ۽ ڪيڏانهن وڃان؟

ان زماني ۾ هڪڙي مولوي صاحب مون کي مولوي محمد لکو جو لکيل ڪتاب احوال الآخرت (پنجابيءَ ۾) پڙهڻ لاءِ ڏنو. "تحفة الهند" ۽ "احوال الآخرت" جي ڪافي دفعا مطالعي کان پوءِ نيٺ ان فيصلي تي پهتس ته سچ ته اهوئي آهي. سو مون هوريان هوريان نماز پڙهڻ سکي. ۽ "تحفة الهند" جي ليکڪ جي نالي پويان پنهنجي پر ۾

پنهنجو نالو بہ عبيدالله رکي ڇڏيم. سوچيم تہ هينئر (١٨٨٧ع ۾) انهن ڪلاس ۾ آهيان. آئنده سال جڏهن هاءِ اسڪول ويندس تڏهن اسلام قبول ڪرڻ جو اعلان ڪندس. پر جذبات اهڙا شديد هئا، جو ترسڻ نہ ڏين. سمجهيم تہ وڏيڪ دير ڪرڻ مناسب نہ آهي. خبر ناهي تيستائين حياتي هجي بہ يا نہ. موت ڪتي ٿو مهلت ڏئي! سو ١٥ آگسٽ ١٨٨٧ع تي صبح جو جڏهن امان نيرن تيار ڪري رهي هئي، آئون مانڙي ڪري ٻاهر نڪري ويس ۽ زندگي جي هڪ نئين سفر تي روانو ٿي ويس. منزل نامعلوم هئي. مون سان ڪوٽلي مغلان جو هڪڙو دوست عبدالقادر بہ گڏ هو. اسين ٻئي هڪڙي ٽئين دوست، جيڪو عربي مدرسي جو طالب علم هو، سان گڏجي ڪوٽلا رحم شاهہ (مظفر ڳڙه) پهتاسون. اتي ٩ ذوالحج ١٣٠۴هہ تي منهنجي طهر ڪرائي ويئي، اتي ئي خبر پيئي تہ منهنجا مائٽ منهنجي ڳولا ۾ مختلف جاين تي ڇاپا هڻي رهيا آهن. اهو ٻڌي، آئون سنڌ ڏانهن روانو ٿي ويس ۽ ڀرچونڊي شريف ۾ حافظ محمد صديق صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. حافظ صاحب پنهنجي وقت جو جنيد ثاني ۽ سيدالعارفين هو.

ڪي مهينا ڀرچونڊي شريف ۾ حافظ صاحب جي صحبت ۾ رهيس. اتان اهو فائدو ٿيو، جو اسلامي معاشرت منهنجي رڳن ۾ پيهي ويئي، جيئن ڪنهن پيدائشي مسلمان ۾ هوندي آهي. سائين جن هڪڙي ڏينهن منهنجي اڳيان ٻين ماڻهن کي مخاطب ٿيندي چيو تہ ”عبيدالله، الله ڪارڻ اسان کي پنهنجو مائٽ بنايو آهي.“ ان مبارڪ جملي جو اثر اڄ تائين منهنجي دل تي قائم آهي. آئون سائين جن کي پنهنجو ديني پيءُ سمجهان ٿو ۽ سندن لاءِ مون سنڌ کي پنهنجو مستقل وطن بنايو آهي ۽ پاڻ سنڌي سڏجان ٿو. مون حضرت جن جي هٿ تي قادري راشدي طريقي مطابق بيعت ڪئي آهي. ان جو اهو اثر ٿيو آهي جو آئون ڪنهن بہ وڏي ماڻهوءَ جي رعب ۾ نہ آيو آهيان. ڀرچونڊي شريف کان ديني علم جي وڌيڪ تعليم لاءِ ٻاهر ويس. ٻهرياڻين رياست ٻهاولپور جي ڳوناٽين مسجدن ۾ ابتدائي عربي ڪتاب پڙهيس. پوءِ دين پور (خانپور لڳ) ويس جتي سيدالعارفين جو ٻهريون خليفو مولانا ابوالسراج غلام

محمد صاحب رهندو هو. هتي رهي مون هدايت النحو تائين ڪتاب مولانا عبدالقادر وٽان پڙهيا. حضرت خليفي صاحب جن مون ڪان منهنجي ماءُ ڏانهن دينپور اچڻ لاءِ خط لکرايو. امان آئي ۽ موٽي گهر هلڻ لاءِ ڏاڍو زورڀريائين، پر الحمدللهآئون ثابت قدم رهيس (منهنجي ماءُ جي ديوبند وڃڻ واري ڳالهہ غلط آهي). شوال ١٣٠٥هہ ۾ دينپور ڪان ڪوٽلا رحم شاهہ هليو آيس ۽ اتان ريل رستي ديوبند پهتس، جتي شيخ الهند مولانا سيد محمودالحسن صاحب جي سرڪردگيءَ ۾ هڪ نئين تعليمي ۽ سياسي زندگيءَ جي شروعات ٿي.

# ڊاڪٽر علي سلمان بينواسٽ (فرانس)
(ALI SALMAN BENOIST)

آئون جيتوڻيڪ مذهبي لحاظ کان فرينچ ڪيٿولڪ گهراڻي سان تعلق رکندڙ هوس پر ڊاڪٽرآف ميڊيسن هئڻ جي حيثيت ۾ منهنجي سوچ ۽ فڪر هميشہ خالص سائنسي ۽ منطقي هوندي هئي.

زندگي جي ڪنهن بہ معاملي ۾ وهمي يا فرضي انداز ۾ سوچڻ مون کي سخت ناپسند هو. ان جو اهو مطلب هرگز نہ آهي تہ آئون خدا جو منڪر هوس. پر عيسائيت ۽ خاص طور تي ڪيٿولڪ فرقي جا عقيدا خدا تعاليٰ بابت احساس کي واضح ٿيڻ ۾ مددگار نہ ٿيندا هئا. منهنجو وجدان چوندو هو تہ خدا هڪ آهي ۽ تثليث يا حضرت عيسيٰ جي خدائي جو عقيدو غلط آهي.

بهرحال مون کي اسلام بابت ڪابہ ڄاڻ ڪانہ هئي. هڪ ڀيري ائين ٿي ڪنهن ٻڌايو تہ اسلام جو بنيادي عقيدو توحيد آهي تہ يڪدم منهنجا ڪن کڙا ٿيا. وڌيڪ پڇا ڪيم تہ خبر پيئي تہ اسلام جي ڪلمي لا الہ الا الله کي تہ آئون اڳي ئي مڃان ٿو ۽ قرآن جي هينئين قول فيصل تي مون کي اڳي ئي ايمان آهي.

قل هو الله احد الله الصمد لم يلد ولم يولد ولم يکن له کفوا احد يعني خدا هڪ آهي. خدا بي نياز آهي. نہ هن جو پٽ آهي ۽ نہ هن جو پيءُ آهي ۽ ڪوبہ هن جو مٽ نہ آهي.

ان معلومات جي ڪري مون کي وجداني طرح ايڏو تہ زبردست سڪون مليو جو ڳالهہ نہ پڇو. ڪا روشني هئي جيڪا ٻاڌ اونداهہ ۾ مون کي واٽ ڏيکاري رهي هئي. منهنجي دل ۾ اسلام لاءِ همدردي ۽ عقيدت پيدا ٿي پيئي ۽ ارادو ڪيم تہ اسلام جو ڳوڙهو مطالعو ڪجي.

عيسائيت ۾ پادري صاحبان جنهن نموني زبردستي خدائي اختياري جا مالڪ بنيو وينا آهن ۽ ماڻهن کان پئسا وٺيو سندن گناهہ

پيا بخشائيندا وتندا آهن تہ انهن ڳالهين کان مون کي اڳي ئي ڏاڍي ٻڇان لڳندي ئي. اسلام ۾ مون اهڙي ڪابہ فضول ڳالهہ ڪانہ ڏٺي. عيسائيت جي ٻي ڳالهہ جنهن مون کي ان مذهب کان دور ڪيو سا آهي عشاءِ رباني جو عقيدو. مانيءَ کي نہ رڳو مقدس چئي پر ان کي حضرت عيسيٰ سمجهي کائي وڃڻ ايتري تہ کل جهڙي ڳالهہ آهي، جيتري آفريقا جي وحشي قبيلن جو اهو ڪم جنهن ۾ هو پنهنجي مذهبي اڳواڻن کي ماري کائي ڇڏيندا آهن ۽ سمجهندا آهن تہ ائين ڪرڻ سان مذهبي اڳواڻن جون سموريون خاصيتون انهن جي گوشت کائيندڙن ۾ پيدا ٿي وينديون آهن. ظاهر آهي تہ هن سائنسي دور ۾ اهڙيون وهمي ڳالهيون ڪيئن ٿيون قبول ڪري سگهجن. عيسائي مذهب ۾ بدني صفائي بابت بہ مڪمل ماٺ آهي. ۽ عبادت کان اڳ ۾ بت جي صفائيءَ جو ڪوبہ انتظام ڪونهي. آئون اڪثر سوچيندو هوس تہ اهو عمل تہ خدا جي برخلاف نفرت جو اظهار آهي، پر جڏهن اسلام جو مطالعو ڪيم تہ مون کي بيحد خوشي ٿي تہ هتي بدني طهارت تي تمام گهڻو زور ڏنل آهي ۽ طهارت کان سواءِ عبادت کي بيڪار سمجهيو وڃي ٿو. اهڙي طرح ڪيٿولڪ عقيدي ۾ ڇڙي هجڻ کي نهايت پسند ڪيو وڃي ٿو ۽ پادرين لاءِ تہ پرڻجڻ قطعي حرام سمجهيو وڃي ٿو. پر اسلام ان غيرفطري ۽ غيرانساني عمل جو سخت مخالف آهي ۽ شاديءَ کان سواءِ ايمان کي مڪمل نٿو سمجهي.

اسلام کي چڱيءَ طرح سمجهڻ لاءِ مون قرآن جو مطالعو شروع ڪيو. ان سلسلي ۾ مون قرآن بابت مالڪ بن نبي جو لکيل بهترين فرينچ ڪتاب بہ پڙهيو. مون کي يقين ٿي ويو تہ قرآن خدا جو سچو ڪتاب آهي. مون کي اهو ڏسي ڏاڍي حيرت ٿي تہ جيتوڻيڪ قرآن تيرهن صديون اڳ نازل ٿيو آهي پر ان جون ڪي آيتون اڄ بہ اهوئي مطلب پيش ڪن ٿيون جيڪي اڄ جديد ترين مفڪر پنهنجي راءِ ۾ ظاهر ڪن ٿا. انهن حقيقتن منهنجي دل جي دنيا ئي بدلائي ڇڏي ۽ مون اسلامي ڪلمي جي ٻئي ڀاڱي محمد رسول الله جو بہ اقرار ڪري ورتو.

اهي هئا ڪي سبب جن جي ڪري مون ٢٠ فيبروري ١٩٥٣ع

تي پئرس جي جامع مسجد ۾ حاضر ٿي، اسلام قبولڻ جو اعلان ڪيو. مسجد جي مفتي منهنجو اسلامي نالو علي سلمان رکيو ۽ مون پنهنجو پاڻ کي هڪ مسلمان جي حيثيت سان رجسٽر ڪرائي ڇڏيو.

آئون الله جل شانہ جي عنايتن تي بيحد شڪر ڪريان ٿو ۽ پنهجي سرهائيءَ جو ٻيهر اعلان ڪريان ٿو تہ اشهد ان لا اله الا الله واشهد ان محمدا عبده ورسوله ·

# علي محمد موري (جاپان)
## ALI MUHAMMAD MORI

ٻئي عالمگير جنگ جي زماني ۾ آئون منچوريا ۾ هوس. ان وقت منچوريا تي جاپان جو غلبو ۽ قبضو هو. مون کي ٻائي چنگ جي ويجهو هڪ صحرائي نخلستان ۾ ڀهريون دفعو ڪن مسلمانن سان ملڻ جو اتفاق ٿيو. هي ماٺهو نيڪي ۽ پارسائي جا جڙ مجسما هئا. هنن جي رهڻي ڪهڻي ۽ خاص طور تي سندن سماجي زندگيءَ بابت متوازن ۽ معتدل خيالن کان آئون ڏاڍو متاثر ٿيس پوءِ جيئن جيئن آئون منچوريا جي اندروني علائقن ۾ سفر ڪندو رهيس، تيئن تيئن منهنجا اهي خيال ۽ تاثر وڌيڪ گهرا ۽ خوشگوار ٿيندا ويا.

جنگ ختم ٿي ته آئون ١٩٤٦ع جي اونهاري ۾ واپس اچي ويس. جاپان هاڻي هڪ هارايل ملڪ هو. حالتون بالڪل بدلجي چڪيون هيون ۽ ماڻهن جي خيالن ۾ زبردست انقلاب اچي ويو هو. اڳي ٻڌمت ملڪ جو اڪثريتي مذهب هو، پر هاڻي ان جي شڪل ڪافي ڦري چڪي هئي. هن مذهب شڪست خورده ذهنن کي آٿت ڏيڻ جي بدران اٽلو ماڻهن کي بدڪاري ۽ بي اطميناني جي آڙاهه ۾ اڇلائي ڇڏيو هو.

عيسائيت جنگ کان پوءِ جاپان ۾ ڪافي وڌڻ لڳي. جيتوڻيڪ عيسائيت گذريل هڪ سو سالن کان جاپان ۾ موجود هئي، پر ان جي حيثيت هڪ عام رسمي مذهب کان وڌيڪ نه هئي. اول اول ڪن مخلص، يورڙن ۽ نيڪ سيرت نوجوانن ٻڌمت کي ڇڏي، عيسائي مذهب اختيار ڪيو هو. پر ڪين جلد ئي معلوم ٿي ويو ته عيسائي مذهب جي آڙ ۾ برطانوي ۽ آمريڪي سامراج لاءِ ميدان صاف ڪيو پيو وڃي، تنهنڪري ڪافي مايوسي پيدا ٿي. مطلب ته عيسائيت يورپ ۽آمريڪا جي ملڪن ۾ ناڪام ٿي چڪي هئي، پر ٻين ملڪن ۾ فقط سامراجي مقصد پورا ڪرڻ لاءِ عيسائيت جي تبليغ ڪئي پئي وئي.

جغرافيـائي لحـاظ كـان جاپان جي هڪ پاسي روسي بلا ڦڻ
ڪڍيو بيٺي آهي ۽ ٻئي پاسي آمريڪا آهي ۽ ٻئي پنهنجي پنهنجي طاقت
آهر جاپاني عوام ڪي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن،
پر ٻنهي مـان ڪنهن وٽ بہ ڪو اهڙو عـلاج نہ آهي، جنهن سـان هو
جاپانين جي زخمي روحن کي سڪـون بخشي سگهن. انهن ۾ مـورڳو
اهڙي اميد ئي ڪانہ آهي.

بهرحال ١٩٦٠ع جي اونهاري جو ذڪر آهي تہ پاڪستان ڪان
ٽي مسلمان اسان جي شهر ٽاڪن شن آيا ۽ منچوريا جي ڪن مسلمانن
وسيلي مون کي اسلام بابت خبر پيئي. پاڪستاني مسلمانن جي ڪردار
ويتر وڌيڪ متاثر ڪيو ۽ سندن ويجهو وڃي اسلام بابت وڌيڪ
معلومات حاصل ڪرڻ لڳس. ڪجهہ عرصي ڪان پوءِ مون کي پڪ ٿي
ويئي تہ زندگي جي سڀني ڏکن ڏولائن جو علاج اسلام جي تابعداري
ڪرڻ ۾ ئي آهي. هي ئي هڪڙو اهو مذهب آهي، جيڪو سڀني مسئلن
جو عـمل جوڳو حل پيش ڪري ٿـو. آئون خاص طور تي اسلام جي
نظام اخوت (ڀائپي) ڪان ڏاڍو متاثر ٿيس. سڀ ڪلمي گو مسلمان پاڻ
۾ ڀائر آهن ۽ خدا تعاليٰ ڪين محبت ۽ همدردي سان زندگي گذارڻ جي
تاڪيد ڪئي آهي. مـون کي يقين آهي تہ دنيـا کي اڄ اهڙي قسم جي
ڀـائپي جي سخت ضرورت آهي. مطلب تہ ڪجهہ وڌيڪ وضاحت ۽
اطمينان ڪرڻ ڪـان پوءِ ڪوبي ڪـان مسٽر مـوتي والا ۽ ٽوڪيو ڪان
مسٽر مينا * مون وٽ آيا ۽ مون مسلمان ٿيڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو.
آئون يقين سان چوان ٿـو تہ دنيـا کي اڄ اسلام جي حد ڪـان وڌيڪ
ضرورت آهي. جيڪڏهن دنيا اسلام جي نعمت کي اڄ بہ اختيار ڪري
تہ هوند هيءَ ڌرتي امن ۽ سڪـون جو هڪ لازوال نمونو بنجي پوي ۽
ڏکن ڏولائن ۾ مبتلا هي جهان، جنت جو باغ ٿي پوي.

---

* عمر مينا، مشهور جاپاني نومسلم آهي.

# ڊاڪٽر عمر رولف اهرنفلس (آسٽريا)
# (DR. UMAR ROLF BARON EHRENFELS)

ڊاڪٽر رولف فريهر بيرن وان اهرنفلس، پراگ ۾ پيدا ٿيو هو. ڏکڻ آسٽريا ۾ پنهنجي زمين جو بهتر انتظام ڪرڻ لاءِ هن زراعت ۽ پيلن جي حفاظت لاءِ خاص سکيا ورتي هئي. باقاعدي تعليم جي سلسلي ۾ هن اسلامي فلاسافي ۽ علم الانسان (ANTHROPOLOGY) ۾ تخصص حاصل ڪيو. ١٩٢٧ع ۾ هن اسلام قبول ڪيو. ٻئي عالمگير جنگ شروع ٿيڻ تي هو حيدرآباد دکن هليو آيو. علم الانسان جو ڀاڻ وڏو ماهر آهي، تنهن ڪري نهايت اعليٰ قسم جي بين الاقوامي سائنسي رسالن ۽ ڪتابن ۾ سندس سو ڪان ٻه وڌيڪ اعليٰ علمي مضمون شايع ٿي چڪا آهن. انساني نسلن بابت سندس هڪڙي اهم ڪتاب جو اردو ترجمو انجمن ترقي اردو دهلي وارن ٻن وڏن جلدن ۾ ڇپارايو آهي. اڄ ڪلهه ڊاڪٽر صاحب مدراس يونيورسٽي جي شعبي علم الانسان جو صدر آهي.



اسلام کي مذهب جي حيثيت سان اختيار ڪرڻ بابت جڏهن به ڪو ماڻهو مون کان سوال پڇندو آهي ته مون اسلام ڇو ۽ ڪيئن قبول ڪيو؟ ته مون کي عجب لڳندو آهي. اهو به ڪو سوال آهي؟

ڪي ماڻهو حقيقتون ته بيان ڪندا آهن پر انهن جي پويان لڪل سببن جي گهري ڄاڻ نه هوندي اٿن. مسلمانن ۽ اسلام ڏانهن لاڙي رکڻ جي سلسلي ۾ اڳي منهنجو معاملو به انهن جهڙو ئي هو. آئون ڏهن سالن جو هوس ۽ پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجن والدين سان ڏاڍي محبت هوندي هيم. اسين سڀ ان ماحول ۾ رهندا هئاسين. ١٩١١ع ۾ سرءَ جي مند هئي، تيپهري مهل منهنجو پيءُ منهنجي ڪمري ۾ آيو. سندس منهن تي ڏاڍي غمگيني ڇانيل هئي. سندس اها حالت ڏسي آئون ششدر ٿي ويس. ڇوته هن کان اڳ مون بابا کي ايترو غمگين ڪڏهن به ڪونه ڏٺو هو. سندس منهن هميشه باوقار ۽ تزندڙ گل وانگر هوندو هو ۽ هو

نهايت خوبصورت انداز ۾ هميشہ مرڪندو رهندو هو. بابا سائين نهايت مهربان ۽ شفيق انسان پڻ هو. سندس گهڻو لاڙو فلاسافي ڏانهن هو.

بابا ٻڌايو تہ اسان جي پاڙيسري ملڪ اٽلي، ترڪستان جي برخلاف جنگ شروع ڪري ڏني آهي ۽ ڏکڻ آفريقا ۾ ليبيا تي حملو بہ ڪري چڪيو اٿس. مون جنگين جون گهڻيون آکاڻيون پڙهيون هيون، سو يڪدم سوال ڪيم تہ جنگ ۾ اسان ڪهڙو رول ادا ڪريون ۽ ٻنهي مان ڪنهن جو ساٿ ڏيون؟

"اطالوي اسان جا پاڙيسري آهن ۽ حليف بہ آهن ۽ ٻيو تہ اسان جا هم مذهب عيسائي آهن." بابا جواب ڏنو." ان جي ڀيٽ ۾ ترڪن يا عربن سان اسان جو ڪوبہ لاڳاپو ڪونهي، اٽلندو ترڪي صدين کان هنگري ۽ آسٽريا جو دشمن رهيو آهي."

مون کي خبر هئي تہ بابا سائين اٽلي ۽ اٽلي جي ثقافت ۽ آرٽ جو ڪيڏو نہ پرستار آهي. هو ٻڌائيندو هو تہ شادي کان پوءِ هن هني مون اٽلي ۾ ملهايو هو ۽ ان کان پوءِ بہ ائين ٻيو اٽلي ويندو هو. اهي ڳالهيون ٻڌي منهنجو ذهن ٻري اٽلي جي ساحلن تي چڪر لڳائڻ لڳو ۽ اطالوي فوجن جون ڀوريون دلڪش ۽ سهڻيون ورديون تصر ۾ ڏسي خوشيءَ مان جهولڻ لڳس. ان وچ ۾ بابا سائين جو آواز وري ڪنن ۾ آيو.

" ٻر موجوده صورتحال ۾ اطالوي سراسر جارحيت تي آهن. اٽلي وارا ترڪن جا علائقا بالڪل ناجائز ۽ غيرقانوني نموني قبائڻ جي چڪر ۾ آهن ۽ عربن کي زوريءَ پنهنجو غلام بنائڻ چاهين ٿا."

مون پنهنجي پيءُ جي منهن ۾ وري چتائي ڏٺو. سندس ڀرونئن جي وچ ۾ تشويش جا سرا ظاهر ٿي آيا هئا ۽ ڀوري ڏاڙهي جي ڪري سندس منهن بيحد باوقار ۽ دلڪش ڏسڻ ۾ اچي رهيو هو. منهنجي ذهن جي پردي تي هڪ اهڙي تصوير ابري آئي، جيڪا مون پنهنجي ڏاڏي جي جوڙايل ڪوٽ (قلعي) ۾ ڏٺي هئي. ترڪ وي آنا کي گهيرو ڪري بيٺا آهن، پوليدن جو بادشاهہ سوبيسڪي آسٽريا جي مدد لاءِ اچي ٿو ۽ ترڪن کي شڪست ڏئي ٿو. هارايل ترڪ جرنيل جي منهن جا تاثرات

هوبهو اهي آهن جيڪي هن وقت منهنجي پيءُ جي منهن ۾ ڏسڻ ۾ اچي رهيا آهن. مون اوچتو محسوس ڪيو تہ منهنجي دل ۾ ترڪن لاءِ همدردي پيدا ٿي رهي آهي. بس اهو لحظو هو، جنهن مون کي آئينده ترڪن ۽ عربن جي مطالعي لاءِ اڀاريو. پوءِ تہ مون ترڪن ۽ عربن بابت هتان هتان ڳولهي ڪتاب هٿ ڪري مطالعو شروع ڪيو، تانجو جڏهن پوري طرح هوشمندي آئي تڏهن پنهنجي والد صاحب ۽ سندس هڪ دوست پروفيسر ونترنتر جي نگرانيءَ ۾ مشرقي ملڪن جي مذهبن ۽ ٻولين بابت باقاعدي تعليم حاصل ڪرڻ لڳس.

پهرئين عالمگير جنگ ختم ٿي تہ ١٩٢٣ع ۾ مون پنهنجي هڪ بهترين دوست (جيڪو پوءِ منهنجو سالو ٿيو) ولهم بوڊ مرشوف سان گڏ بلقان کان ترڪستان تائين سفر ڪيو. هن سفر ۾ ترڪن کي ويجهو ٿي ڏسڻ جو مون کي موقعو مليو ۽ سندن تهذيب تہ منهنجي دل ۾ گهر ڪري ويئي. آئون جڏهن بہ ڪنهن مسجد جي بلند منارن تي چڙهي هيٺ ڏسندو هوس تہ مسجد جا قبا ۽ محراب هڪ عجيب قسم جي روحاني خوشي عطا ڪندا هئا. اوهان کي اهو ٻڌي حيرت ٿيندي تہ جيتوڻيڪ اسين اڃا تائين مسلمان ڪونہ ٿيا هئاسون، تہ بہ نماز جي وقتن تي اسين استنبول ۽ اناطوليہ جي مسجدن ۾ گهڙي ويندا هئاسون ۽ بي اختيار جماعت سان گڏ نماز پڙهندا هئاسون. هرطبقي سان تعلق رکندڙ ترڪ ۽ ڪرد اسان کي جيءَ ۾ جايون ڏيندا هئا. نهايت عزت ۽ شفقت سان پيش ايندا هئا ۽ اسلام توڙي پنهنجي ملڪ بابت کلي طرح ڳالهيون ڪندا هئا. ان سفر جي مشاهدن جي ڪري منهنجي ساٿيءَ اها راءِ قائم ڪئي تہ اسلام پنهنجي اندر ۾ هر زماني جي مسئلن جو مقابلو ڪرڻ جي طاقت رکي ٿو. هي نظام انساني فطرت سان بالڪل ٺهڪي اچي ٿو ۽ وهمن جي بدران سائنسي ڳالهين تي مدار رکي ٿو.

سفر تان موٽي اچڻ کان پوءِ ترڪيءَ جي باري ۾ مون هڪ ڪتاب لکيو، جيڪو پوءِ برلن مان شايع ٿيندڙ رسالي "مسلم ريويو" ۾ قسطوار ڇپيو. هي رسالو ڊاڪٽر حميد مارڪوس جي ادارت ۾ شايع ٿيندو هو. انهيءَ رسالي جي آفيس ۾ منهنجي ملاقات سيالڪوٽ جي

هڪ ماڻهو ايس اين عبدالله سان ٿي، جنهن سان گڏجي پوءِ مون ننڍي کنڊ پاڪ وهند جو سفر ڪيو هو. اهو سفر منهنجي زندگي جو هڪ نهايت اهم موڙ ثابت ٿيو ۽ نيٺ مون اهو فيصلو ڪيو. جنهن ڏانهن قدرت ڪافي عرصي کان منهنجي رهنمائي ڪري رهي هئي.

مٿي ڏنل واقعن مان توهان اندازو ڪيو هوندو ته منهنجي لاءِ اها وضاحت ڪرڻ ڪيڏي نه ڏکي آهي ته مون اسلام بابت وڌيڪ معلومات حاصل ڪرڻ کان سواءِ ڇو ان ۾ دلچسپي ورتي؟ بهرحال آئون اسلام جون ڪي اصولي ڳالهيون عرض ڪريان ٿو جن مون کي متاثر ڪيو هو:

١- اسلام چوي ٿو ته سمورا پيغمبر هڪڙو ئي پيغام کڻي آيا هئا. روشنيءَ جو سرچشمو هر زماني ۾ ساڳيو ئي رهيو آهي ۽ هرهڪ نبي انسانذات جي فلاح ۽ آخرت ۾ ڪاميابيءَ لاءِ ساڳيو پيغام پيش ڪيو آهي، جنهن جو خلاصو هي آهي ته ڪائنات جي خالق آڏو پنهنجي سر نمايو وڃي.

٢- اسلام تاريخي لحاظ کان سڀني مذهبن جي آخري ۽ مڪمل ترين شڪل آهي.

٣- حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن الله جا آخري نبي آهن. سندن ڪارناما بي مثال آهن، پر مافوق الفطرت نه آهن.

٤- جڏهن به ڪنهن اڳوڻي مذهب جو ماڻهو اسلام قبول ڪندو آهي ته حقيقت ۾ هو پنهنجي مذهب جي ڪنهن به سچائيءَ جو انڪار نٿو ڪري. قرآن جي چوڻ موجب سڀني مذهبن جو سرچشمو ساڳيو ئي آهي، پوءِ ماڻهن انهن ۾ ملاوت ڪري ان کي خراب ڪيو آهي.

٥- اسلام، اخوت ۽ انساني ڀائپي تي زور ڏئي ٿو. هن ۾ مساوات آهي. هي ڪنهن به نسلي، لساني يا جغرافيائي ويڇن جو قائل نه آهي. اسلام جي نظر ۾ وڏو اهو آهي جيڪو وڌيڪ بااخلاق ۽ متقي آهي.

٦- اسلام جي اها به خاصيت آهي ته هو انسانيت لاءِ رحمت ۽

شفقت آهي. الله تعاليٰ جي صفتن ۾ "الرحمان" ۽ "الرحيم" ٻـ شامل آهن اهي ٻئي نالا "رحم" جي لفظ مان نڪتل آهن، جيڪو جسم جي ان عضوي لاءِ استعمال ٿيندو آهي جتي ٻچو پيدائش کان اڳ پنهنجي واڌ جا مختلف مرحلا طيءِ ڪندو آهي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٺي چئجي تہ الله تعاليٰ ۽ سندس دين اسلام، انسانذات لاءِ سراسر محبت ۽ ڪرم آهي.

اهو ساڳيو روح مسجد اياصوفيہ ۽ مسجد محمد فاتح جي منارن ۽ قبن ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي ۽ ساڳئي روح جو اظهار حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جي هن قول مبارڪ ۾ بہ موجود آهي تہ، "جنت ماءُ جي پيرن هيٺان آهي."

# عمر فاروق عبدالله (آمريڪا)

هيٺ ڏنل ريڊيو تقرير هڪ آمريڪي نومسلم ڀاءُ عمر فاروق عبدالله جي آهي، جيڪا ونيڪوور (ڪئناڊا) ريڊيو اسٽيشن جي اردو پروگرام ۾ نشر ڪئي وئي هئي. عمر فاروق عبدالله هن وقت شڪاگو يونيورسٽي ۾ اسلامي علوم جو ڊائريڪٽر آهي ۽ سندس خاص موضوع اصول فقہ آهي. هن تقرير ۾ هڪ سچي مسلمان جو جيڪو جوش ۽ جذبو آهي، سو اسان سڀني لاءِ هڪ مثال آهي. سڀ کان دلچسپ ۽ ايمان افروز ڳالھ اها آهي تہ عمر فاروق صاحب پنهنجي مطالعي ۽ پنهنجي سر روحاني جدوجهد جي نتيجي ۾ هڪ اهڙيءَ واٽ تي گامزن ٿيو هو، جنهن ڪان پوءِ جلد الله تعاليٰ کيس پنهنجي هدايت جي نور سان نوازيو. اسلام جي حقانيت ۽ ان جي ابدي ۽ عالمگير پيغام هجڻ جي ان کان وڌيڪ ٻي کهڙي ثابتي ٿي سگهي ٿي؟ ٻي دلچسپ ڳالھہ اها آهي تہ هي تقرير فاروق صاحب پاڻ اردو ۾ لکي آهي. اسلام ۽ اسلامي علوم سان سندس ايتري محبت آهي جو هن پنجن سالن جي معمولي عرصي ۾ عربي زبان تي عبور حاصل ڪري ورتو آهي ۽ قرآن، حديث توڙي قديم مسلمان مفڪرن جا ڪتاب پڙهيا اٿس ۽ هاڻي تہ يونورسٽي آف شڪاگو جي ايشيا ڊپارٽمنٽ ۾ اردو بہ تمام تيزيءَ سان سکي رهيو آهي. عمرفاروق عبدالله صاحب حج جي سعادت حاصل ڪري چڪو آهي ۽ سعودي عرب، مصر ۽ نائيجيريا جو دورو بہ ڪري چڪو آهي. سندس ارادو آهي تہ ڊاڪٽريٽ ڪرڻ ڪان پوءِ پاڪستان بہ ايندو. هو شادي شده آهي ۽ پنهنجي هڪ ننڍڙي گڏي جو پيءُ پڻ آهي، جنهن جو نالو ”ايمان“ رکيو اٿس.



آئون ١٩٧٠ع ۾ مسلمان ٿيس. ان کان اڳ ڪورنيل يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي ادب جو شاگرد هوس. ڪاليج جي شروعاتي زماني ۾ تاريخ جو بہ ايپاس ڪيو هوم.

عيسائيت جي ابتدائي تاريخ سان تہ مون کي ذاتي دلچسپي هئي، خاص طور تي آرين وغيره بابت، جن ۾ خدا جو تصور موجود هو. اهڙي طرح وسيع مطالعي جي ڪري مون کي يقين ٿي ويو تہ عيسائيت ۾

ٽن خدائن جو تصور، حضرت عيسيٰ ع جي طرفان پيش ڪيل نہ آهي.

منهنجو پيءُ پاڻ بہ هڪ استاد آهي. هن حياتياتي ڪيمياء (BIO - CHEMISTRY) ۾ ۽ علم حيات (BIOLOGY) ۾ ڊاڪٽريٽ ڪئي آهي. هو خدا کي مڃي ٿو پر عيسائيت جي ابتڙ خدائن جي تصور جي برخلاف ڳالهيون ٻڌائيندو رهندو آهي.

فلاسافي ۽ ادب جي مطالعي سان مون ۾ خيالن جي گهرائي ۽ پختگي آئي. انهن ڏينهن مون کي (SPINOZA) ۽ (LEIBNITZ) جا ڪتاب پڙهڻ لاءِ هٿ آيا. انهن ۾ توحيد جي تصور مون کي متوجهہ ڪيو. انگريزي ادب ۾ JOHN MILTON مون کي ڏاڍو متاثر ڪيو. ملٽن کي آئون انگريزي جو تمام وڏو شاعر سمجهان ٿو. هن جي پيچاڙي واري شاعري ۾ توحيد ڏانهن صاف صاف لاڙو آهي. سندس شاعري ۾ جنت جو وڻندڙ ۽ دوزخ جو خوفناڪ تصور پوري طرح اجاگر ڪيو ويو آهي. ملٽن نہ رڳو اهو ظاهر ڪيو تہ خدا هڪ آهي، پر اهو بہ چيو اٿس تہ جنت ۾ وڃڻ لاءِ حضرت عيسيٰ جي اجازت ضروري نہ آهي. هن لاطيني، يوناني ۽ عبراني ادب جي ڳوڙهي مطالعي کان پوءِ اهو نتيجو ڪڍيو تہ (POLYGAMY) يعني هڪ کان وڌيڪ شاديون ڪرڻ بائيبل جي پيغمبرن جي طريقي مطابق آهي.

ملٽن جي مطالعي کان پوءِ مون مشهور سياسي ليڊر ميلڪم ايڪس (MALCOM X) جي سوانح عمري پڙهي، جنهن منهنجي ذهن کي ڪافي متاثر ڪيو. هو مسلمان ٿي ويو هو ۽ سندس اسلامي نالو الحاج مالڪ هو ۽ پوءِ ڪيس قتل ڪيو ويو هو. هن جو خيال هو تہ توحيد يا وحدانيت جي واٽ اختيار ڪرڻ ۾ آمريڪا لاءِ بهتري ۽ ڀلائي آهي، ڇو تہ ائين ڪرڻ سان ئي آمريڪا کي نسلي ويڇن ۽ ٻين سماجي برائين کان بچائي سگهجي ٿو.

ان وقت تائين مون کي اسلام جي باري ۾ وڌيڪ معلومات ڪانہ هئي. سچ پڇو تہ اسلام بابت غلط ڳالهيون دماغ ۾ ويٺل هيون. انهن مان هڪڙي اها هئي تہ مسلمان هڪ کان وڌيڪ هستين کي پوڄين ٿا. ان کان پوءِ جڏهن مون مطالعو ڪيو تہ پوءِ اهي سمورا

انديشا غلط ثابت ٿيا. جڏهن پڙهيم تہ اسلام حضرت ابراهيم عہ جو مذهب آهي، اسلام رڳو عربن جو مذهب نہ آهي پر پاڪستان، هندستان انڊونيشيا يوگوسلاويا ۽ ٻين ڪيترن ملڪن جا بيشمار ماڻهو بہ مسلمان آهن تہ ڏاڍو عجب لڳم.

مون قرآن پاڪ جو هڪ انگريزي ترجمو پڙهيو جيڪو ڪي قدر بهتر هو. ان ۾ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي حياتي جو احوال بہ ڏنل هو. مون کي يقين ٿي ويو تہ پاڻ سڳورا ﷺ پيغمبر ۽ رسول هئا، جو تہ بائيبل ۾ پيغمبرن جون جيڪي وصفون ڏنل آهن، سندن ﷺ حياتي بہ انهن جي مطابق هئي. اتفاق سان اهو ڏينهن جمعي جو هو، جڏهن مون اسلام قبول ڪيو هو. حقيقت هن ريت آهي تہ ڪنهن بہ مسلمان مون کي مسلمان ٿيڻ ۾ مدد ڪا نہ ڪئي هئي، رڳو منهنجي ذاتي مطالعي مون کي اسلام جي واٽ ڏيکاري.

مسلمان ٿي وڃڻ ڪان پوءِ M.S.A * وارن ۽ ٻين مسلمانن سان واقفيت ٿي. M.S.A جي ساليانی ڪنوينشن ۾ شريڪ ٿيڻ ڪان پوءِ مون کي اسلام جي حقيقي روح جو اندازو ٿيو. ڪنوينشن ۾ مختلف ملڪن جا ۽ مختلف ٻوليون ڳالهائيندڙ مسلمانن کي هڪ هنڌ وينل ڏٺم ۽ انهن سان بہ ٽي ڏينهن گڏ رهڻ جو موقعو بہ مليو.

بيحد افسوس جي ڳالهہ آهي تہ اهڙا ماڻهو جيڪي مسلمان گهراڻن ۾ ڄاوا آهن، جن جا نالا مسلمانن جهڙا آهن، سي اسلام جي صحيح نمائندگي نٿا ڪن. مون کي تمام جلد ئي احساس ٿي ويو تہ جڏهن مسلمان اسلام تي هلن ٿا تہ ڏاڍا نيڪ سيرت ۽ اعليٰ اخلاق انسان ٿي ويندا آهن پر جڏهن اسلام تي هلڻ ڇڏي ڏين ٿا تہ پوءِ دنيا ۾ حقير ترين ۽ نهايت ڪريل حرڪتون ڪرڻ لڳن ٿا.

**قوميت جي باري ۾:** سچي ڳالهہ اها آهي تہ قوميت هندوستاني هجي، يا پاڪستاني، عربي هجي يا آمريڪي، چيني هجي يا برطانوي، هميشہ ناانصافي جي ڳالهہ هوندي آهي. هن ذرتي تي پيدا

---

* مسلم اسٽوڊنٽس ايسوسيئيشن آف نارٿ آمريڪا M.S.A

ٿيندڙ انسانن مان ڪنهن کي به اها آزادي نه آهي ته هو پاڻمرادو ڌرتي جي مٿاڇري تي ڪنهن به هنڌ پيدا ٿئي يا شهريت اختيار ڪري سگهي. اهو شخص جتي ڄمندو آهي، اتي جو ئي سڏائيندو آهي. مثال طور اسين آمريڪا ۾ ڄائو آهيان، اسين پاڪستاني يا هندوستاني نٿو ٿي سگهان. البته مسلمان ته ٿي سگهان ٿو، پر ٻئي قوميت ۾ شامل نٿو ٿي سگهان.

مشهور تاريخدان آرنلڊ ٽائين بي چيو آهي ته "ويهين صدي جي سڀ کان وڏي لعنت قوميت آهي." هو چوي ٿو ته هن وقت دنيا جا سمورا ملڪ معاشي طور تي هڪ ٻئي جا پابند آهن. قوميت هڪ اهڙي بيماري آهي، جيڪا غلط اصولن تي هڪ قوم کي ٻئي قوم سان هروقت جنگ جي حالت ۾ مبتلا رکي ٿي." اسلام جو مدار قوميت تي نه پر سچائي ۽ عقيدي تي آهي. قوميت دراصل يهودين جو طريقو آهي. يهودي هئڻ لاءِ ضروري آهي ته هو يهودي گهراڻي ۾ ئي پيدا ٿئي. ظاهر آهي ته اسين ٻيهر پيدا ٿي ئي نٿو سگهان، تنهنڪري يهودي گهراڻي ۾ پيدا نه ٿيڻ جي ڪري يهودي به نٿو ٿي سگهان، پر مسلمان ٿيڻ لاءِ اهڙي ڪا به ڳالهه ضروري نه آهي. توهان ڀلي ڪٿي ڪهڙي به نسل جا هجو، ڪهڙي به ملڪ جا هجو، ڪهڙي به ٻولي ڳالهائيندا هجو، جيڪڏهن سچائي تي ايمان آڻيو ٿا ته مسلمان ٿي سگهو ٿا. اوهان کي آزادي آهي. اهوئي انصاف آهي. هيءَ ساري انسانذات آهي ته آخر حضرت آدم ۽ بي بي حوا جو ئي اولاد نه!

آخر ۾ اسين مسلمان جي حيثيت ۾ اهو چوڻ چاهيان ٿو ته اسان کي سنو مسلمان بنجڻ گهرجي، قرآن ۾ الله سائين جو فرمان آهي:

كيف يهدي الله قوما كفروا بعد ايمانهم وشهدوا ان الرسول حق وجاءهم البينات والله لا يهدي القوم الظالمين اولئک جزائهم ان عليهم لعنة الله والملائكة والناس اجمعين (آل عمران)

"خدا انهن ماڻهن کي هدايت ڪيئن ڏيندو؟ جيڪي ايمان آڻڻ کان پوءِ ڪافر ٿي ويا. جن رسول ﷺ جي سچي هجڻ جو اقرار ڪيو هو ۽ جن وٽ خدا جا واضح دليل به پهچي چڪا آهن. خدا اهڙن نامعقول ۽ اڏنگن ماڻهن کي هدايت نٿو ڏئي. اهڙن تي ته خدا جي، خدا

جي فرشتن جي ۽ سڀني انسانن جي لعنت آهي."

ان جي ٿوري وضاحت ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو. خدا انهن تي لعنت ڪئي آهي ۽ فرشتن جي لعنت سان گڏ انسانذات جي لعنت به ڇو ڪئي آهي؟ يعني تہ اهڙن تي مسلمانن توڙي غير مسلمن جي لعنت آهي. مسلمانن جي لعنت ان ڪري جو انهن ايمان آڻڻ کان پوءِ جو رستو ڇڏي ڏنو ۽ مسلمانن کان ڌارٿي ويا. انهن تي غير مسلمن جي لعنت ان ڪري آهي تہ انهن پنهنجي هلت چلت سبب انهن کي سچائي ۽ انصاف جي واٽ کان روڪي ڇڏيو.

(ماهوار رسالو "الحق" مارچ ١٩٧٧ع تان ورتل)

# پروفيسر غازي احمد (پاڪستان)
## (اڳوڻو نالو ڪرشن لال)

پروفيسر غازي احمد صاحب ايم اي (عربي گولڊ ميڊ لسٽ) ايم اي (اسلاميات گولڊ ميڊ لسٽ) ايم او ايل (عربي) آنرز (عربي- ميڊ لسٽ) فاضل درس نظامي، بي ايڊ-سابق ليڪچرار پنجاب يونيورسٽي- پرنسپال گورنمينٽ ڪاليج بوچال ڪلان (ضلع جهلم)

پروفيسر صاحب اڄڪلهه پنهنجو پاڻ کي دين جي تبليغ لاءِ وقف ڪري چڪو آهي. ٿورا ڏينهن اڳ پنهنجي اسلام قبول ڪرڻ جو تفصيلي داستان هڪ ڪتاب جي شڪل ۾ لکي پڌرو ڪيو اٿن. اهو ڪتاب وڏو ايمان پرور ۽ دل کي ڇڪيندڙ آهي.



آئون ١٩٢٢ع ۾ جهلم ضلعي جي هڪ ڏورانهين ڳوٺ مياڻي ۾ هڪ هندو گهراڻي ۾ ڄائو هوس. مائٽن منهنجو نالو ڪرشن لال رکيو. اسان جا سڀ مٽ مائٽ سناتن ڌرمي عقيدا رکندا هئا. شروعات ۾ منهنجا به اهي ئي عقيدا هئا. پر اٺين ڪلاس ۾ پهتس ته منهنجو لاڙو اسلام ڏانهن ٿيڻ لڳو. انهيءَ زماني ۾ منهنجي ملاقات بوچال ڪلان جي هڪ مسلمان عالم مولانا عبدالرئوف سان ٿي. مولانا صاحب مون کي اسلام جي حقانيت بابت ڏاڍي سهڻي سمجهاڻي ڏني. آئون سندس وعظ کان ڏاڍو متاثر ٿيس، پر گهٽ عمر هئڻ جي ڪري مٽن مائٽن، پائرن ڀينرن کي ڇڏي ڏيڻ جو خيال ڏاڍو ڏکيو ٿي لڳو. ايتري قدر جو اهو خيال اينديئي ڏڪڻي وٺي ويندي هيم، تنهن ڪري جڏهن به اسلام قبول ڪرڻ جو سوال آڏو ايندو هو ته يڪدم امان، ادين ۽ ادن جي محبت دل دماغ کي وڪوڙي ويندي هئي. اهڙي طرح ذهني ناپختگي ۽ ناتجربيڪاري جي ڪري ڪو به فيصلو ڪري نه سگهندو هوس.

پهرئين مارچ ١٩٣٨ع جي رات هئي. مون هڪڙو بيحد وڻندڙ ۽

برڪت ڀريو خواب ڏٺو. ڏٺم ته آئون مڪي مڪرم ۾ بيت الله شريف جي سامهون بيٺو آهيان. سيد الاولين والآخرين حضرت محمد صلي الله عليه وسلم (فداه روحي وابي وامي) ڪعبي جي ڀت سان ٽيڪ ڏيو ويٺا آهن ۽ چوڌاري اصحاب سڳورا ويٺا آهن. آئون والهانه انداز ۾ زبردست شوق مان صحابه سڳورن وچان لنگهي سڌو سيد الانبياءَ جي بارگاه اقدس ۾ پهتس ۽ پاڻ سڳورن جا هٿ چمڻ لاءِ ٻانهون ڊگهيڙيم. تنهن تي حضورﷺ جن پاڻ اٿي مون ڏانهن آيا ۽ منهنجا هٿ پنهنجن هٿن ۾ جهلي ورتائون. منهنجي سڄي بدن ۾ مسرت ۽ شادماني جي لهر ڊوڙي ويئي. پاڻ سڳورن ﷺ مون کان پڇيو ته "ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟" "اسلام جو شرف حاصل ڪرڻ لاءِ" مون عرض ڪيو. اهو ٻڌي پاڻ سڳورن ﷺ جو منهن مبارڪ خوشيءَ مان ٻهڪڻ لڳو. پاڻ سڳورن ﷺ منهنجو هٿ وٺي ڪجهه پڙهڻ لڳا، جنهن کي آئون سمجهي نه سگهيس. پوءِ فرمايائون ته "بس هاڻي توکي اسلام جي دولت ملي ويئي آهي." صبح جو جڏهن منهنجي اک کلي ته منهنجي دل خوشيءَ وچان ٽپا ڏيئي رهي هئي. والده محترمه جي پرسان ويئي نيرن ڪيم، ته اها ڳالهه هن به محسوس ڪئي ۽ پڇيائين ته اڄ تون ايڏو خوش آهين، سو ڇا جي ڪري؟ آئون ڳالهه لنوائي ويس.



اسڪول جي وقت آئون مولانا عبدالرئوف سان مليس ته ڪيس راتوڪي لطيف خواب جو احوال ٻڌايم ته هن فرمايو ته روز رات جو سمهڻ وقت خداتعاليٰ کان هدايت حاصل ٿيڻ جي دعا ڪندو ڪر. مون پوءِ ائين ڪرڻ شروع ڪيو. اڃا ٻه ٽي ڏينهن مس گذريا هئا جو ٣مارچ ١٩٣٨ع تي جمع جي رات جو وري هڪڙو خواب لڌم. خواب ۾ محسوس ائين پئي ٿيو جيئن اسڪول بند ٿيڻ کان پوءِ آئون مياڻي جي ٻين شاگردن سان گڏ گهر ڏانهن اچان پيو. واٽ تي هڪڙو راڪاس جهڙو بدشڪل ۽ ڊگهو ماڻهو بيٺو آهي. اسين سڀ هن کي ڏسي ڊپ سان ڏڪڻ لڳاسين. مون ساٿين کي چيو ته اهو دجال آهي. هي جنهن

ڪان بہ پڇي تہ ڪنهن جو ٻانهو آهين تہ هرڪو جواب ڏئي تہ خدا جو ٻانهو آهيان. پوءِ اهو راڪاس هڪ هڪ کان پڇڻ لڳو. جن شاگردن هن کي سندس مرضي مطابق جواب ڏنا. تن کي هن قسمين قسمين ميوا ۽ رانديڪا ڏنا ٿي ۽ جنهن هن جي ڳالهہ ڪانہ ٿي مڃي تنهن کي هن ماري ڇڏيو ٿي.

آخر ۾ منهنجو وارو آيو. هن پڇيو "ڪنهن جو بندو آهين؟" "الله تعاليٰ جو بندو آهيان"، مون ڊڄندي ڊڄندي جواب ڏنو. اهو ٻڌندي ئي هن مون کي اهڙي تہ مڪ هنئي جو آئون پري وڃي ڪريس ۽ روئڻ لڳس. دجال دڙڪي سان ڳالهائيندي چيو تہ، "هيڏانهن اچ." آئون پٽ تان اٿي ڊڄندو هن ڏانهن وڃڻ لڳس، تہ منهنجي ڪنن ۾ حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جو روح پرور آواز آيو، "ڀهرئين هيڏانهن اچ." پاڻ سڳورن کي ڏسي عجب لڳم تہ ڪالهہ تہ مون ڪين مڪي مڪرم ۾ ڏٺو هو، اڄ هتي ڪيئن آيا آهن. آئون دجال جي مار کائي روئندو حضور جي دربار ۾ حاضر ٿيس. پاڻ سڳورن منهنجي پٺيءَ تي هٿ مبارڪ ڦيرائيندي فرمايائون تہ ڏس، آئون هتي رڳو تنهنجي لاءِ آيو آهيان. دجال جي ڳالهہ هرگز نہ مڃجانءِ، آئون تنهنجي لاءِ دعا ڪريان ٿو. الله تعاليٰ گهريو تہ تون ڪامياب ٿيندين." ائين چئي پاڻ سڳورا هليا ويا. آئون دجال وٽ ويس. هن وري ساڳيو سوال پڇيو. مون بہ اڳئين وانگر ساڳيو جواب ڏنو. تنهن تي هو ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو ۽ ٺڪڙ هڻڻ لاءِ مون ڏانهن اولار ڪيائين تہ دهشت جي ڪري منهنجي وات مان رڙ نڪري ويئي ۽ اک کلي ويئي. پوءِ صبح تائين ننڊ ڪانہ آئي.



مون پڪو فيصلو ڪيو تہ اڄ بوڇال ڪلان پهچي، اسلام قبولڻ جو اعلان ڪندس. والده محترمہ روزاني وانگر صبح جو ماني تيار ڪئي ۽ آئون سندس پير ۾ ويهي نيرن ڪرڻ لڳس، پر دل ۾ جذبات جو طوفان هو. مون کي خبر هئي تہ اڄ آئون آخري ڀيرو امڙ جي ڀرسان ويهي ماني کائي رهيو آهيان ۽ ماءُ پيءُ ۽ ڀائرن ڀينرن کان هميشہ لاءِ

جدا ٿي رهيو آهيان. اڄ ڪان پوءِ هن گهر ۾ وري شايد ڪڏهن به اچڻ نصيب نه ٿئي. مون بهانو ڪري پنهنجن سيني ڀائرن جي مٿي تي هٿ ڦيرايو ۽ شفقت ۽ محبت سان مليس. اهڙي طرح حيلو بهانو ڪري پنهنجي پياري ماءُ جي پيرن تي هٿ رکي، عقيدت ۽ احترام سان پيش آيس ۽ پوءِ ڪتابن جو ٿيلهو کڻي، آخري دفعو گهر ۾ تنهي ڀائرن ۽ امڙ کي حسرت ڀري نظر سان ڏٺم ۽ پنل اکين سان شهر ڏانهن روانو ٿيس. ۴ مارچ ١٩٣٨ع تي جمع جو مبارڪ ڏينهن هو ۽ محرم جي پهرئين تاريخ هئي. مون غسل ڪيو ۽ سڌو مسجد ۾ وڃي مولانا عبدالرئوف صاحب جي هٿ تي اسلام قبول ڪيم. منهنجو اسلامي نالو غازي احمد رکيو ويو.



منهنجي مسلمان ٿيڻ جو اطلاع جڏهن گهر پهتو ته ڪهرام مچي ويو. سڀئي روئڻ پٽڻ لڳا. والد صاحب ڪشمير ۾ ملازم هو، کيس تار ڪري اطلاع ڏنو ويو. ٽن چئن ڏينهن ۾ بابا سائين ۽ ٻين مائٽن گڏجي، مولانا عبدالرئوف ۽ اسڪول جي هيڊماسٽر ملڪ محمد طفيل تي مقدمو ڪري ڇڏيو ته هنن اسان جي نابالغ پٽ کي ورغلائي زبردستي مسلمان ڪيو آهي. ايس ڊي ايم جي عدالت ۾ پيشي ٿي. هڪ پاسي بابا سائين ۽ ٻيا ڪيترا هندو مائٽ هئا ته ٻئي پاسي آئون ۽ ٻيا هزارين مسلمان هئا. عدالت ۾ مون بيان ڏنو ته آئون پنهنجي رضا خوشيءَ سان مسلمان ٿيو آهيان. ان ۾ ڪنهن به ماڻهوءَ جو هٿ نه آهي. هاڻي آئون مسلمانن سان گڏ رهندس، مائٽن وٽ رهندي مون کي جان جو خطرو آهي. عدالت فيصلو منهنجي حق ۾ ڏنو. مسلمانن خوشيءَ مان ڏاڍا نعرا هنيا ۽ آئون به خوشيءَ سان انهن سان گڏجي موٽي هليو ويس. بابا سائين نه مڃڻ هو، سو هن ٻين ڪورٽن جا پنڌ شروع ڪيا، پر ڪاميابي ڪانه ٿي. نيٺ سيشن جج جهلم وٽ ويو، جنهن پيشي جو ڏينهن مقرر ڪيو. پهرئين پيشي ۾ محسوس ڪيم ته جج منهنجي خلاف آهي. ٻئي پيشي ۾ مون کي مائٽن جي حوالي ڪيو

ويو. مون گهڻو ئي واويلا ڪئي، پر مون کي زوري ڪار ۾ ويهاري ڇڏيائون. اهي مون کي درياءَ جي ڪپ سان هڪ مندر ۾ وٺي آيا اتي منهنجي ماءُ به آئي. امان ڏمڪي ڏني ته جيڪڏهن تون پنهنجي ڳالهه تان نه لٿين ته آئون درياءَ ۾ ٻڏي مري ويندس.“ پين هندن به طرح طرح لالچون ڏنيون.

انهيءَ عرصي ۾ بابا سائين ڊسٽرڪٽ هيلٿ آفيس جهلم سان ملي، منهنجي نابالغ هجڻ جو سرٽيفڪيٽ ڪيرائي ورتو ۽ ان جي ڪري سيشن جج فيصلو بابا سائين جي حق ۾ ڏيئي، مون کي سندن حوالي ڪري ڇڏيو. ڦهر ته اهو ٿيو جو اهو جج مسلمان هو. بابا سائين پوءِ ٻڌايو ته، ”مون جج کي رشوت ڏيئي فيصلو پنهنجي حق ۾ ڪرايو آهي.“

---

فيصلي جي ڏينهن تي ئي بابا سائين مون کي پاڻ سان وٺي ڪشمير هليو آيو. واٽ تي ڇمون ۽ ٻتوت ۾ ترسياسين ۽ چوٿين ڏينهن اسين پدرواهه پهچي وياسين. اتي پهچڻ جي ٻئي ڏينهن بابا سائين مون کي ۽ هڪڙي پنڊت کي پاڻ سان وٺي ڳوٺ جي ٻاهران هڪ اونچي ٽڪري تي آيو ۽ اتي پاڻ روئي مون کي ”سڌي رستي“ تي آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. ٻڌايائين ته ”هن ڪيس تي منهنجا ڏهه هزار روپيا خرچ ٿيا آهن. منهنجي عزت مٽي ۾ ملي ويئي آهي. مائٽن ۾ منهن ڪٽي هلڻ جهڙو نه آهيان وغيره.“ منهنجي دل انهن ڳالهين تي پرجي آئي، پر خدائي رحمت مون کي بروقت سهارو ڏنو ۽ حضور نبي اڪرم ﷺ جي زيارت جو نظارو منهنجي اکين اڳيان تري آيو. مون نهايت ادب ۽ احترام سان جواب ڏنو ته ”مون کي توهان جي پريشاني جو بيحد احساس آهي، پر آئون اندرجي آواز کان مجبور آهيان. هاڻي اسلام ڇڏڻ جو به تصور نٿو ڪري سگهان. هاڻي جيڪڏهن توهان مون کي خوشيءَ سان اسلام تي قائم رهڻ جي موڪل ڏيندا ته آئون ساري ڄمار توهان جو غلام ٿي گذاريندس.“

اهي لفظ ٻڌندي ئي بابا جو پارو چڙهي ويو ۽ لڪڻ ڪٽي اچي مون کي ورتائين پر ايڏي تہ بيدردي سان مارياڻين جو منهنجي بدن مان هنڌان هنڌان رت تمڻ لڳو. آئون ڏک ڏک سان ڦٿڪي تي ويس، پر بابا سائين کي ڪمل ڪانہ آئي. پوري زور سان ماريندو رهيو تانجو نيٺ ٿڪجي پيو. پنڊت ڏانهن منهن ڪري چوڻ لڳو تہ چونہ هن کي درياءَ ۾ ڏکو ڏيئي ماري ڇڏيان، شايد ائين ڪرڻ سان بدنامي جو ڪتڪو لهي وڃي. تڪريءَ جي هيٺان درياءَ پوري حوش سان وهي رهيو هو. موت جي ڊپ کان منهنجو ڏيل ڏڪي ويو، پر الله سبحان تعالى جا لکين شڪرانا جو منهنجي ذهن ۾ لوڏو ڪونہ آيو. خيال آيو تہ جيڪڏهن بابا مون کي درياءَ ۾ ڏکو ڏيئي ڇڏيو تہ پوءِ پنهنجي پياري نبي ﷺ جي بارگاهہ ۾ حاضر ٿي عرض ڪندس تہ، "اي منهنجا آقا! توهان مون کي اسلام جي جيڪا دولت عطا ڪئي هئي سا صحيح سالم ڪٺي توهان جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو آهيان."

پنڊت صاحب پاڻ بہ خوف جي ڪري ڏڪيو پئي، بابا سائين کي چيائين تہ "اجا ننڍڙ ٻار آهي، وڏو ٿيندو تہ پاڻهي سمجهي ويندو. ڪو اهڙو تڪڙو قدم نہ کڻجو." بابا سائين هن جي ڳالهہ مڃي ۽ ماٺ ڪري اٿيو ۽ مون کي گهر وٺي آيو.

---

تلهڙ جي مار ۽ بوٽن جي ٺڏن سان منهنجو سارو بت زخمي ٿي ويو هو. سنڌ سنڌ پئي سور ڪيو. مُنهن، نڪ، اکيون سڀ سڄي پيا هئا. يڪو هفتو کن بستري تي پيو هوس. بابا سائين پاڻ منهنجي ملم پٽي ڪندا هئا. ڪجهہ نيڪ ٿيس تہ مون کي پدرواهہ جي هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرائي ڇڏيائون. آئون هندو شاگردن جي نگراني ۾ اسڪول ايندو ويندو هوس. مسلمان ڇوڪرن کي مون سان ڳالهائڻ جي اجازت ڪانہ هئي. هندو شاگرد توڙي استاد مون کي نفرت سان ڏسندا هئا. هي اسڪول منهنجي لاءِ دوزخ جهڙو ڏکوئيندڙ هو. ڪجهہ عرصي کانپوءِ مون هڪڙي مسلمان ڇوڪري دوست محمد سان تعلقات وڌائڻ شروع

ڪيا ۽ ان جي وسيلي مولانا عبدالرئوف کي خط لکرايم. خط ملندي ئي مولانا صاحب ڳوٺاڻن کي گڏ ڪيو ۽ پڇيائين تہ ”ڪو اهڙو ماڻهو آهي جيڪو جان جي بازي لڳائي هڪڙي مسلمان کي ڪافرن جي چنبي مان ڇڏائي اچي؟“ ان تي هڪڙو غريب پر غيرتمند شخص اٿي بيٺو، سندس نالو جان محمد هو.

پروگرام رٿيو ويو ۽ ان مطابق جان محمد هڪڙي ڏينهن اسڪول ٽائيم ۾ ئي پدرواهہ پهچي ويو، دوست محمد اچي مون کي ٻڌايو. آئون رسيس کان پوءِ پيٽ جي سور جو بهانو ڪري روئيندو پنهنجي استاد وٽ ويس ۽ گهر وڃڻ لاءِ موڪل گهريم. استاد صاحب موڪل ڏيئي ڇڏي. مون ٿيلهو کنيو ۽ لڪندو ڇپندو اسڪول مان ٻاهر نڪري آيس.

جان محمد صاحب، انهيءَ علائقي جو هڪ سونهو ٻاڻ سان کنيو هو، جنهن اسان کي پدرواهہ مان رات وڳڙي ۾ ڪڍي ڪشمير جي سرحد پار ڪرائي رياست چنبہ ۾ ڇڏيو ۽ هليو ويو. ان کان پوءِ اسان ٻئي ڄڻا اٽڪل سٺ ميلن جو سفر طئي ڪري ٽئين ڏينهن ڊلهوزي پهتاسين. سفر ۾ ڏاڍي تڪليف ٿي، پير سڄي پيا. ڪپڙا ميرا گپ ٿي ويا هئا.

شام جو اسين پناڻ ڪوٽ کان امرتسر پهتاسين. مون ڪپڙا مٽايا. ڪيوڙا کان ٿيندا، اچي بوچال ڪلان پهتاسين. بس اڏي تي ماڻهن جا ميڙ اسان جي آجيان لاءِ آيا هئا.

---

١٩٤٠ع ۾ مون مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو. سڄي اسڪول ۾ اول آيس. امتيازي مارڪون کنيم ان کانپوءِ ديني علم ڏانهن توجهہ ڪيم ١٩٤٢ع کان ١٩٤٨ع تائين مدرسہ خادم الشريعہ پنڊي گهيپ، مدرسہ عربيہ اشاعة العلوم گجرات ۽ دارالعلوم ديوبند مان ديني علم جي تڪميل ڪيم. ١٩٤٨ع ۾ مولوي فاضل جو امتحان پاس ڪيم ۽ سڄي صوبي ۾ پهريون نمبر آيس. ان کان پوءِ ترتيبوار ايف

اي، بي اي، بي ايڊ ۽ ايم اي الله جي فضل سان پاس ڪيم ۽ سيني امتحانن ۾ فرسٽ ڊويزن ڪنيم. ايم اي (عربي) ۽ ايم اي (اسلاميات) ۾ ساري صوبي ۾ اول نمبر ڪنيم. منهنجو ايمان آهي ته اهي سڀ ڪاميابيون حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي دعا جو نتيجو آهن. ١٩٤٧ع ۾ منهنجا ماءُ پيءُ ۽ ڀائر هندوستان لڏي هليا ويا. تنهن ڪري آئون پنهنجن اباڻن ڪکن ۾ موٽي آيس. ١٩٤٨ع ۾ تعليم کاتي ۾ نوڪري شروع ڪيم. ١٩٥٨ع ۾ سينٽرل ٽريننگ ڪاليج لاهور ۾ ليڪچرر ٿيس. ١٩٦٢ع ۾ پنجاب يونيورسٽي جي علوم اسلامي جي شعبي ۾ ڪم ڪيم ۽ هاڻي گورنمينٽ ڪاليج ٻوچا لڪلان (ضلعو جهلم) ۾ پرنسپال جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيو آهيان.*

اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ مون پنهنجو پاڻ ۾ تمام وڏو ذهني ۽ روحاني انقلاب محسوس ڪيو آهي، نه ته هونئن عام ذهن جو مالڪ آهيان. اسلام جي ٿڌي ڇانو ۾ اچڻ کان پوءِ الله تعاليٰ منهنجي لاءِ ديني ۽ دنياوي ترقيءَ جا دروازا کولي ڇڏيا. مون نبي سائين صلي الله عليه وسلم جن جي دعا جو اثر عملي طرح ائين محسوس ڪيو جو اڄ تائين مون ڪي ڪنهن به معاملي ۾ ناڪامي ڪانه ٿي آهي. پاڻ سڳورن ﷺ جي دعا منهنجي حياتي جي سڀڪان وڏي دولت آهي ۽ انشاءَالله قيامت ۾ به اها دعا مون کي اڪاري پار ڪندي. آمين.

---

* ١٩٨٠ع ۾ رٽائر ٿيا آهن.

# ڊاڪٽر غرينيه (فرانس)

مصر جو مشهور صحافي ۽ اديب محمود بي مصري چوي ٿو تہ "آئون ڪيترا سال فرانس ۾ رهيس ۽ پنهنجن دوستن واقفڪارن کان اڪثر هڪڙي ڊاڪٽر جي تعريف ٻڌندو رهندو هوس. شرافت، سچائي، روشن خيالي، اعليٰ ظرفي، اخلاص، شفقت، مهمان نوازي، مطلب تہ ڪابہ اهڙي انساني وصف ڪانہ هئي، جيڪا ڊاڪٽر صاحب موصوف ۾ ڪانہ هئي. هرهڪ پيو سندس واکاڻ جا ڍڪ پريندو هو. مون پانيو تہ ڊاڪٽر صاحب، مريضن سان ڏاڍي همدردي ڪندو هوندو پر عجب تڏهن لڳم جڏهن ڏٺم تہ مريضن کان وڌيڪ تندرست ماڻهو، سندس محبت جا مريض آهن.

ڊاڪٽر صاحب جو نالو غرينيه هو. هو فرينچ پارليامينٽ جو ميمبر بہ هو. اها ڳالهہ بہ سندس هردلعزيزي جو هڪ ثبوت آهي. پرماڻهو چوندا هئا تہ ڊاڪٽر جي نيڪدلي ۽ صاف باطني سندس ميمبري يا عهدي کان گهڻو بلند آهي. اهوئي سبب آهي جو پارليامينٽ جي ماحول ۽ ميمبرن جي عام ڪردار ۽ سڪٽين تقريرن کان بيزار ٿي نيٺ پارليامينٽ جي ميمبري تان استعيفا ڏيئي ڇڏيائين، پوءِ تہ پيرس جيڪو دنيا ۾ رونقن ۽ شهرتن جو شهر آهي، سو بہ ڇڏي ڏنائين ۽ شهر کان ٻاهر هڪڙي پرسڪون ڳوٺڙي ۾ جاءِ جوڙائي وڃي رهيو."

محمود بي مصري لکي ٿو تہ جڏهن مون کي انهن ڳالهين جو علم ٿيو ۽ اها خبر بہ پيئي تہ هن عظيم انسان اسلام بہ قبول ڪيو آهي، تڏهن دل ۾ تمنا پيدا ٿي تہ اهڙي انسان سان ملاقات ڪجي ۽ پيو تہ نهيو پر رڳو سندس اسلام قبولڻ جو سبب ئي ڪٿي پڇجي. تنهن ڪري آئون ان ڳوٺ ۾ ويس جتي ڊاڪٽر صاحب رهندو هو. اتي بہ مون محسوس ڪيو تہ ڊاڪٽر صاحب هتي بہ ڏاڍو هر دلعزيز ۽ محترم آهي.

ڊاڪٽر غرينيه کي ڏسندي ئي دل ٺري پيئي. سندس منهن ۾

محبت ۽ خوش اخلاقي جا ڏيئا پئي ٻريا. جيتوڻيڪ پاڻ ان وقت ڪنهن ڪم ۾ رُڌل هو پر ڏاڍي گرم جوشيءَ سان مليو. گرمجوشي به اهڙي جنهن ۾ اسلامي اخوت جو جذبوموجود هو. ٿوري دير کان پوءِ واندو ٿي آيو ته مون پڇيو:

ڊاڪٽر صاحب! توهان اسلام ڪيئن قبول ڪيو ۽ ان جا ڪهڙا سبب هئا؟ "قرآن پاڪ جي فقط هڪڙي آيت" ڊاڪٽر صاحب مرڪندي جواب ڏنو. "شايد توهان ڪنهن عالم کان قرآن پڙهيو هو ۽ پوءِ شايد ڪنهن آيت توهان کي متاثرڪيو هو؟" مون وضاحت لاءِ سوال ڪيو."

"نه نه! منهنجي اڄ تائين ڪنهن مسلمان سان ملاقات ٿي ڪا نه ٿي آهي" ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو.

"پوءِ شايد توهان ڪا تفسير پڙهي آهي."

"نه تفسير به ڪانه پڙهي اٿم."

"پوءِ سائين! مهرباني ڪري ٻڌايو ته اصل واقعو ڪيئن آهي؟"

ڊاڪٽر صاحب ٻڌائڻ شروع ڪيو ته: "منهنجي جواني جو سارو زمانو سامونڊي سفرن ۾ گذريو آهي. مون کي سامونڊي نظارن ڏسڻ ۽ سفرن ڪرڻ جو ايترو ته شوق هوندو هو جو سدائين پاڻيءَ ۾ پيو هوندو هوس، جڻ ڪا سامونڊي مخلوق هجان حالت اها هئي جو مهينن جا مهينا مٿان آسمان هيٺان پاڻي وچ ۾ آئون هوندو هوس ۽ ان ۾ به ايترو ته خوش هوندو هوس جو جڻ منهنجي زندگي جو مقصد ئي اهو آهي.

منهنجو ٻيو مشغلو ڪتاب پڙهڻ هو. جڏهن به ڪم ڪار کان فرصت ملندي هيم ته ڪونه ڪو ڪتاب کڻي ويهي رهندو هوس. مطالعي جي شوق جي ڪري هڪ ڏينهن قرآن جوهڪ فرينچ ترجمو هٿ آيم، جيڪو موسيو ساقاري ڪيو هو. مون ان نسخي جا پنا پئي ورايا ته سورة نور جي هڪ آيت نظر چڙهي، جنهن ۾ هڪ سامونڊي نظاري جو بيان هو. منهنجيون اکيون ان تي کپي ويون. مون ڏاڍي دلچسپي سان ان کي ٻه ٽي دفعا پڙهيو. آيت ۾ هڪ گمراهه شخص جي حالت بابت عجيب تمثيل بيان ڪيل هئي. يعني "گمراه شخص ڪفر جي حالت ۾ ائين پيو

ٿاٻا کائيندو آهي، جيئن ڪو شخص اونداهي رات ۾، جڏهن آسمان تي ڪڪر ٻه ڇانيل هجن، سمنڊ جي لهرن اندر هٿ پير پيو هڻندو آهي.“

آيت سڳوري هيءَ آهي:

او کظلمت في بحر لجي يغشله موج من فوقه موج من فوقه سحاب ظلمت بعضها فوق بعض اذا اخرج يده لم يكد يراها

”ان جو مثال ائين آهي جڻ ڪنهن اونهي سمنڊ ۾ اونداهه هجي، مٿان وير هجي ۽ ان جي مٿان وري ٻي وير هجي ۽ مٿان وري ڪڪر هجن، ڪاري ٻاڏ اونداهه مٿان اونداهه، ڪو ماڻهو هٿ مٿي ڪري ته اهو به ڪيس ڏسڻ ۾ نه اچي.“

جڏهن مون اها آيت پڙهي ته منهنجي دل تمثيل جي عمدگي ۽ ر بيان جي حقيقت کان بيحد متاثر ٿي. خيال ڪيم ته محمد صلي الله عليه وسلم ضرورهاڙو ماڻهو هوندو جنهن مون وانگر ڏينهن رات پنهنجي حياتي سمنڊن ۾ گذاري هوندي. ان هوندي به مون کي ڏاڍي حيرت ٿي ته پيغمبر اسلام کهڙي نه بهترين طريقي سان گمراهن جي ڀٽڪڻ ۽ سندن اجائي جدوجهد کي نهايت مختصر پر بليغ ۽ جامع لفظن ۾ بيان ڪيو آهي ته جڻ هو پاڻ رات جي اونداه ۾، ڪڪرن جي ڪارنيار ۽ طوفاني لهرن ۾ ڪنهن جهاز تي ويٺا آهن ۽ ڪنهن ٻڏندڙ شخص جي بدحواسيءَ کي ڏسي رهيا آهن. آئون دعوٰي سان چوان ٿو ته سامونڊي خطرن جو ڪو وڏي ۾ وڏو ماهر به ايتري قدر ٿورن لفظن ۾ ايڏي جامع انداز ۾ سمنڊ جي خطرناڪ حالتن کي اهڙي طرح هوبهو بيان نٿو ڪري سگهي.

ڪجهه عرصي گذرڻ کان پوءِ خبر پئي ته محمد عربي ﷺ ته امي هئا، مورڳو پڙهڻ لکڻ ڄاڻندا ئي ڪونه هئا، ۽ مٿان وري اهاڳالهه ته پاڻ سڄي ڄمار ۾ ڪڏهن به سامونڊي سفر ڪونه ڪيو هئائون. حد اها جو مورڳو سمنڊ ئي ڪونه ڏٺو هئائون.

ان انڪشاف کان پوءِ منهنجي دل ۾ روشني پيدا ٿي ۽ مون کي پڪ ٿي ويئي ته هي محمد ﷺ جو آواز نه آهي، پر الله جو آواز آهي جيڪو رات جي اونداهه ۾ هر ٻڏندڙ جون اجايون ڇڙهيون ڏسندو

رهندو آهي. مون قرآن جو هڪ پيرو مطالعو ڪيو ۽ خاص طور تي ان آيت جو غور سان تجزيو ڪيم پوءِ تہ مسلمان ٿيڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونہ هو. سو ڪلمون شهادت پڙهي نهايت خوش دلي سان مسلمان ٿيس.

("اسلام زنده آباد" تان ورتل)

# فاطمه هيرين (جرمني)

## (FATIMA HEREEN)

آئون ١٩٣۴ع ۾ ڄائي هيس. ان زماني ۾ جرمني ۾ هڪڙو نئون فيشن نڪتو هو، جنهن کي ڏسو سو چرچ (ڪيٿولڪ يا پروٽيسٽنٽ مذهب) ڇڏي GOTT GLUBIG جو عقيدو پيو اختيار ڪري. هن نئين طريقي ۾ خدا تي تہ نالي ماتر ايمان هوندو هو، پر عمل جو بنياد تہ مورڳو مذهب جي ابتڙ ڳالهين تي هو.

آئون ستن ورهين جي هيس، تہ هڪڙي ڏينهن هڪ وڏي ڇوڪري مون کي ٻڌايو تہ "خدا جو وجود ڪونهي." ان عمر ۾ هوءَ ڪافي سمجهہ ۾ ڏسڻ ۾ آئي تنهن ڪري سندس ڳالهہ تي ويساهہ نہ ڪرڻ جي ڪا ڳالهہ ڪانہ هئي. ان ڪان اڳ مون کي اها خبر پئجي ويئي هئي تہ ڪرسمس جي موقعي تي "سانتا ڪلاز" نالي جيڪو پوڙهو خدا جي طرفان راند يڪا کڻي ايندو آهي، سو رڳو ٻارن کي هرڪائڻ لاءِ بهانو هوندو آهي نہ تہ اصل ڳالهہ ائين نہ هوندي آهي. انهن ٻن ڳالهين جي ڪري مذهب ۽ خدا تان منهنجو ايمان ختم ٿي ويو ۽ منهنجي سموري توجه جو مرڪز دنيا بنجي ويئي.

ان زماني ۾ ٻي عالمگير جنگ عروج تي هئي، رات ڏينهن بمن جي خوفناڪ نڪاءَ سان ڪن جا پڙدا ٿي ڦاٽا. امان چوويهہ ڪلاڪ فوجين لاءِ دستانا ۽ جوراب پئي ناهيندي هئي.

جنگ ختم ٿي تہ ڪن اوپرن ماڻهن اسان جي گهر تي زوري قبضو ڪري ورتو. جنگ جي موضوع تي آمريڪي فلمون عام جام ڏيکاريون پئي ويون، جن جا منظر مون کي روئاري ڇڏيندا هئا ۽ منهنجي دل ٻاٽي ٻاٽي ٿي پوندي هئي. اجان تائين فيصلو ڪري نہ سگهي هيس تہ حق تي ڪير آهي ۽ غلط ڪير آهي. تنهن هوندي بہ هرشيءِ مان ظلم ۽ بيوقوفي ڏسڻ ۾ پئي آئي. دماغ ۾ بيشمار سوال پيدا ٿيندا

هئا پر ڪنهن وٽ به انهن جو ڪو تسلي بخش جواب ڪونه هو. هاڻي مون کي خدا جي يادگيري اچڻ لڳي، پر مصيبت اها هئي جو خدا پاڪ جي وجود جو احساس نه ڪيٿولڪ چرچ ۾ ڏسڻ ۾ ٿي آيو ۽ نه پروٽيسٽنٽ عقيدن ۾ ۽ نه ڪي بظاهر پارسا پادرين ۾. وري اهو به مسئلو آڏو هو ته انهن عقيدن جو بنياد جن اصولن تي هو، سي سراسر عقل جي برخلاف هئا. اهي جن ڳالهين جو پرچار ڪندا هئا، سي ناممڪن ۽ ناقابل عمل هيون. ڀلا اهڙو عقيدو ڪيئن قبول ڪريان جنهن ۾ جيڪڏهن آئون پنهجن گناهن جو اقرار به ٿي ڪريان ۽ پشيمان به ٿيان، ته به سزا ته مون کي ضرور ملندي.

اها ڳالهه ڪنهن معجزي کان گهٽ ڪانه هئي ته جرمني جي سيني ڇوڪرين مان آئون ڀهرئين ڇوڪري هيس، جيڪا ڪنهن اهڙي نوجوان سان ملي هيس، جنهن ست سال اڳ اسلام قبول ڪيو هو. ڀهرئين ملاقات ۾ ئي مون سندس مذهب بابت ڪائنس پڇيو، جڏهن خبر پيم ته هو اسلام جو بوئلڳ آهي، تڏهن مون به اسلام بابت معلومات حاصل ڪرڻ جي تمنا ڪئي. ان زماني ۾ آئون سيني مذهبن مان مايوس ٿي، پنهنجو پاڻ کي روحاني طرح زخمي محسوس ڪندي هيس. اهوئي سبب آهي ته جڏهن هن نوجوان لفظ اسلام جي معنيٰ ٻڌائي ته ”بنا ڪنهن خارجي جبر جي الله جي حاڪميت آڏو سر جهڪائڻ“ آهي، تڏهن مون کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ اندر ۾ ڪا روشني پيدا ٿي پيئي آهي. هن ٻڌايو ته دنيا جي هرمخلوق يعني انسان، حيوان، وڻ، ٻوٽا، وغيره سڀ پنهنجي مادي ضرورتن جي سلسلي ۾ محنت سان خدائي قانون جا پابندآهن ۽ اهڙي طرح اهي سڀ بنيادي طور تي مسلمان آهن پر جيڪڏهن ان قانون ۾ اهي خدائي قانون جي خلاف ورزي ڪندا ته پنهنجو وجود پاڻ ئي وڃائي ويهندا.

. اهو فقط انسان ئي آهي، جيڪوروحاني طور تي به مسلمان ٿيڻ جي اهليت رکي ٿو ۽ ان معاملي ۾ هن تي ڪو به جبر نه ڪيو ويو آهي، نه ته هونئن مادي ضرورتن جي سلسلي ۾ هو به خدائي قانون جو ساڳئي طرح پابند آهي جيئن ٻئي مخلوق پابند آهي.

اها منطقي ڳالهہ تمام زبردست هئي. ان کي ڪوبہ عقل سليم رکندڙ ماڻهو رد نٿو ڪري سگهي، اسلام جون ٻيون ڳالهيون بہ مون کي عقل عام (COMMON SENSE) جي مطابق ڏسڻ ۾ آيون. ان کان پوءِ مون جرمن زبان ۾ اسلام تي لکيل اهي سمورا ڪتاب پڙهي ڇڏيا جيڪي غيرمتعصب ۽ انصاف پسند ليکڪن لکيا هئا. خاص طور تي جناب محمد اسد جي لکيل ڪتاب ”اي روڊ ٽو مڪہ“ منهنجي ذهن تي گهرو اثر ڇڏيو. ۽ مون کي معلوم ٿي ويو تہ اسلام جي پيش ڪيل هر تعليم جي پس منظر ۾ ڪا نہ ڪا زبردست حڪمت رکيل آهي. ان سان گڏ ان نوجوان، جيڪو هاڻي منهنجو خاوند آهي، جا ليڪچر بہ هلندا رهيا. هو هرسوال جو جواب نهايت تفصيل سان ڏيندو هو. تانجو خداتعاليٰ منهنجي دل کي مطمئن ڪري ڇڏيو ۽ آئون بہ مسلمان ٿي ويس.

دلي طرح سان تہ آئون اڳ ۾ ئي مسلمان ٿي هيس. پر هاڻي مون اندازو ڪرڻ گهريو ٿي تہ آئون اسلامي قانون تي عمل بہ ڪري سگهان ٿي يا نہ؟ بهرحال اسلام قبول ڪرڻ ڪانپوءِ ١٩٥٩ع جو پهريون رمضان آيو تہ مون روزن رکڻ جو پڪو ارادو ڪيو. ان وقت تائين مون کي روزا رکڻ دنيا جو ڏکئي ۾ ڏکيو ڪم لڳندو هو. پر خدا جو شڪر آهي تہ مون سڀ روزا پابنديءَ سان رکيا. مون کي احساس ٿي ويو تہ جڏهن بہ ڪو ڪم الله تعاليٰ جي حب ذاري ڪجي ٿو تہ پوءِ اهو ڪم ايترو ڏکيو نٿو لڳي، جيترو شروعات ۾ محسوس ٿيندو آ هي.

منهنجي اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ اسان ٻنهي زال مڙس جرمني ڇڏي، ڪنهن اسلامي ملڪ ۾ وڃي رهڻ جو ارادو ڪيو. اسان کي اها ڳالهہ ڏاڍي محسوس ٿيڻ لڳي تہ جيستائين اسين مالي طرح آزاد ۽ خود مختيار نہ هونداسين، تيستائين اسين اسلامي اصولن تي عمل ڪري نہ سگهنداسين. مثال طور منهنجي خاوند هڪ فرم ۾ نوڪر هو. هڪ دفعي هن ظهر نماز لاءِ رڳو پندرنهن منٽ دير ڪئي تہ ڪيس نوڪريءَ تان لاهڻ جو خطرو پيدا ٿي پيو. ٻيو تہ سندس آفيس ۾ ٿي ڇوڪريون سيڪريٽري جي حيثيت سان ڪم ڪنديون هيون، اتي پردي

جا اسلامي اصول بجا آڻڻ ڏکيا هئا. خود منهنجي لاءِ هن سوسائٽيءَ ۾ پردو ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو هو.

اسان ڪيترن اسلامي ملڪن ۾ هجرت ڪري رهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ نيٺ پاڪستان ۾ اسان کي پناهه ملي. هتي منهنجي گهرواري کي هڪ معقول ملازمت ملي ويئي ۽ اسين هن نئين وطن ۾ لڏي آياسين. مون پنهنجي ماءُ، پيءُ، ڀائرن، ڀينرن کي ڇڏيو هو ۽ جرمني جي رنگينين کي ترڪ ڪيو هو ۽ يورپي معاشري جي هيترين آزادين، لذتن ۽ راحتن کي لت هڻي آئي هيس، پر هتي آئون خوش هيس ڇو ته هتي مون کي ناقابل بيان روحاني سڪون محسوس ٿيندو هو. هتي آءٌ اسلامي پردو ڪريان ٿي. گهر کان ٻاهر گهٽو ڪري ڪونه ٿي نڪران، جيڪڏهن ڪٿي نڪرڻو پوي ٿو ته به برقعو پائي ويندي آهيان. نمازون به نه ته منهنجيون ۽ نه ئي منهنجي خاوند جون قضا ٿين ٿيون، ان تي آئون الله [illegible]و بيحد شڪر ڪريان ٿي.*

هي[illegible] [illegible]تان پڌائڻ جو مقصد اهو آهي ته مغرب جا سمورا تجلا ۽ خوشحالب[illegible] [illegible]سلام جي[illegible] خداوندي نعمت اڳيان تڇ آهن، ڇوته اسلام ۾ روحاني[illegible] [illegible] آهي، هتي دنيا جون برڪتون به آهن ته آخرت جي نجات [illegible] آه[illegible]

---

* فاطمه هير[illegible]ين ٿ[illegible]ي وقت کان پوءِ موٽي جرمني هلي ويئي، جتي اڄڪلهه هوءَ تبليغي ڪم [illegible] مشغو[illegible] آهي.

# علامہ محمد اسد (پولينڊ)

ناميارو ليکڪ، ممتاز عالم دين، مبلغ ۽ مصلح محمد اسد (اڳوڻو نالو ليو پولڊ ويس) ١٩٢٦ع ۾ اسلام قبول ڪيو هو. اٽڪل ڇهہ سال مدينہ منوره ۽ سعودي عرب جي ٻين شهرن ۾ رهيو. سلطان ابن سعود ڪيس ڏاڍو پيائيندو هو. اتان پوءِ برصغير آيو، جتي سالن جا سال شاعر اسلام علامه اقبال وٽ ايندو ويندو رهندو هو. ڪجهہ عرصو مولانا سيد ابوالاعليٰ مودودي سان گڏ دارالاسلام پٺاڻ ڪوٽ ۾ بہ رهيو. پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ حڪومت ڪيس ”جديد اسلامي تعمير“ کاتي جي جوڙجڪ ۽ نگراني جو ڪم سونپيو. ڪجهہ وقت کانپوءِ ڪيس وزارت خارجہ ۾ بدليو ويو، جتي ڪيس مشرق وسطيٰ جي شعبي ۾ اعليٰ آفيسر مقرر ڪيو ويو. آخر ۾ ڪيس پاڪستاني وفد سان اقوام متحده ۾ موڪليو ويو. ريٽائرمينٽ کان پوءِ علامه صاحب مراڪش هليو ويو، جتي هن پنهنجو پاڻ کي تصنيف تاليف لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي. علامه صاحب دنياجون ڪيترين ئي ٻولين ڄاڻي ٿو جن تي ڪيس عبور پڻ حاصل آهي. سندس بہ ڪتاب ڏاڍا مشهور ٿيا آهن هڪ ”اسلام ائٽ دي ڪراس روڊس“ ۽ ”اي روڊ ٽو مڪہ“ هن وقت حديث جي مختلف ڪتابن جو انگريزي ترجمو ڪرڻ ۾ مشغول آهي. هيٺ ڏنل مضمون سندس آتم ڪهاڻي ”اي روڊ ٽو مڪہ“ جو خلاصو آهي.



آئون سن ١٩٠٠ ۾ پولينڊ جي هڪ يهودي ربّي گهراڻي ۾ پيدا ٿيو هوس. نندپڻ جو زمانو (LOWOW) شهر ۾ گذريو، جيڪو ان وقت آسٽريا جي قبضي ۾ هو. منهنجو ڏاڏو ربّي (يهودي مذهبي عالم) هو ۽ سندس ڏاڍي خواهش هئي تہ منهنجو پيءُ بہ ربّي ٿئي، پر ائين نہ ٿيو ۽ هو قانون جي تعليم حاصل ڪري وڃي وڪيل ٿيو. بابا سائين مون کي رياضي علم طبيعات پڙهائي، سائنسدان بنائڻ گهريو ٿي، پر آئون سندس اميد پوري ڪري نہ سگهيس. ڇوتہ منهنجي دلچسپي سائنس جي بدران عمرانيات ۾ هئي.

خانداني رواج مطابق مون کي ننڍپڻ ۾ عبراني ۽ آرامي ٻوليون

سيڪاريون ويون ۽ تالمود، بائيبل ۽ فارغوم (مذهبي ڪتاب) جي تعليم ڏني ويئي. پنهنجي محنت ۽ هوشياري جي ڪري آئون مختلف مذهبي ڪتابن جي وچ ۾ فرق تي بحث مباحثو ڪري سگهندو هوس.

۱۹۱۴ع ۾ جڏهن پهرئين عالمگير جنگ لڳي ته آئون اجا اسڪولي شاگرد هوس. اسڪول مان پڇي نالو بدلائي وڃي فوج ۾ ڀرتي ٿيس. پر باباسائين جي شڪايت تي ۽ گهٽ عمر هئڻ جي ڪري مون کي موٽائي ڇڏيائون. جنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ ويانا يونيورسٽي ۾ فلاسافي ۽ آرٽ جي شعبي ۾ داخلا وٺي پڙهڻ لڳس.

جيئن جيئن سمجهه وڌڻ لڳي، تيئن مون کي بيحد احساس ٿيڻ لڳو ته سارو يورپ هڪ زبردست روحاني پريشاني ۾ مبتلا آهي. مذهبي ۽ روحاني قدر ختم ٿيندا پئي ويا ۽ هرطرف دولت پرستي ۽ ماديت پرستي ڏينهون ڏينهن وڌندي پئي وئي. هڪ اڻ ڏٺو خوف هر هڪ ماڻهو تي سوار هو. خاص طور تي نئين ٽهي ته پاڻ اونداهه ۾ ڀٽڪي رهي هئي. نوجوانن جا ذهن بيشمار پريشان ڪندڙ سوالن جا اڏا بنيل هئا، پر ڪوبه ماڻهو اهڙو ڪونه ٿي ڏسڻ ۾ آيو، جيڪو انهن جو حل ٻڌائي سگهي. ڊگهي ٿڪائيندڙ جنگ رهيل ڪسر به پوري ڪري ڇڏي هئي. هرطرف معاشي پريشانيون ۽ سماجي ڏڦيڙ هو، جنهن يورپي انسان کي هڪ اهڙي خلاء ۾ ٽنگي ڇڏيو هو، جنتي بي يقيني، نفسانفسي، خود غرضي، پئي جي پوڄا ۽ عارضي لذت پرستي کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه هو. آئون اڪثر سوچيندو هوس ته ڇا انسان جي احتياج فقط ماني آهي، يا زندگي جو مقصد فقط حيواني خواهشون پوريون ڪرڻ آهي. مون ڏٺو پئي ته يورپ فقط مادي ترقي سان پنهنجي روحاني خلاءِ کي ڀرڻ چاهي ٿو، جڏهن ته اهو علاج جو طريقو ته مورڳو بيماري يعني بي اطميناني ۽ بيقراري کي ويتر وڌائيندو پئي ويو. اهي سموريون حالتون اکين سان ڏٺم پئي پر ذهن ۾ ڪڏهن به ڪو اهڙو خيال نٿي آيو ۽ شايد مون وانگر ڪو ٻيو به ان سلسلي ۾ سوچڻ کان محروم هجي يعني ته يورپ جي ثقافتي تجربن جي ٽيڪ ڇڏڻ کانسواءِ انهن سوالن جو جواب ملڻ ممڪن آهي يا نه؟ ڇو ته يورپ ٿي

اسان جي فڪر جي شروعات بہ هو تہ پڇاڙي بہ هو.

منهنجي بي اطمينانيءَ ڏينهون ڏينهن وڌندي پئي ويئي، تانجو پنهنجي تعليم جاري رکڻ مشڪل ٿي پئي. مون يونيورسٽي کي ڇڏي ڏيڻ ۽ صحافت جي ميدان ۾ قسمت آزمائڻ جو فيصلو ڪيو، تنهن ڪري ١٩٢٠ع ۾ ويانا ڇڏي پراگ هليو ويس.

پراگ ۾ مون کي ڪيترا ڏينهن بيروزگار رهڻو پيو ڪڏهن ڪڏهن لنگهڻ بہ ڪڍڻو پيو. هڪڙي خبر ايجنسي "يونائيٽيڊ ٽيليگراف نيوز ايجنسي" ۾ پهريائين ٽيلي فونسٽ ۽ پوءِ رپورٽر بنجي ويس. اهڙي طرح لڳاتار جدوجهد کان پوءِ نيٺ صحافتي دنيا مون کي قبول ڪري ورتو.

پر جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن تيئن منهنجو سڪون ختم ٿيندو ويو، ڇو تہ مون کي پنهنجي زندگي جو مقصد ئي معلوم ڪونہ هو ۽ خبر نہ ٿي پيم تہ سچي ذهني خوشي مون کي ڪيئن ۽ ڪٿان ملي سگهي ٿي؟ منهنجن گهڻو ڪري سڀني نوجوان دوستن جي بہ ساڳئي حالت هئي، جيتوڻيڪ کين زندگي جون گهڻيون سهولتون ميسر هيون. تنهن ڪري بہ حقيقي اطمينان ۽ سڪون کان سڀئي محروم هئاسين، رهي رهي احساس ٿيندو هو تہ اسين ڪنهن اهڙي انڌي جهنگ ۾ سفر پيا ڪريون، جنهن ۾ جهنگلي جانورن جو بہ ڊپ آهي تہ صحيح گس جي بہ خبر ڪانهي.

منهنجو مامون ڊوريان، بيت المقدس جي هڪ اسپتال ۾ وڏو آفيسر هو. ١٩٢٢ع جي موسم بهار ۾ مون کين خط لکيو. جواب ۾ مامي مون کي پاڻ وٽ اچڻ لاءِ چيو. آئون بہ تيار ٿي ويس ۽ اچي مصري بندرگاهہ اسڪندريا تي لٿس ۽ اسڪندريا کان بيت المقدس تائين سفر ريل ۾ ڪيم.

اسان جي ٽرين صحرا سينا مان لنگهي رهي هئي، جيتوڻيڪ ڏاڍو ٿڪل هوس، پر ٽرين ۾ گوڙ سببان ساري رات ساعت ڪن لاءِ بہ

اک ڪانـ لڳي سگهي. منهنجي سيٽ جي سامهون واري سيٽ تي هڪڙو عرب بدوي (ڳوناٺو) ڊگهو ڪارو جبو ويڙهيل ويٺو هو، پاسي ڪان تلوار رکيل هيس، جيڪا مٿي ڪان گوڏن تائين ڊگهي هئي، وتس هڪڙو مفلر بہ هو، پر ان هوندي بہ هو سيءَ کان ڏڪيو پئي.

صبح جو ترين هڪ ننڍي اسٽيشن تي لوڏي سان بيهي رهي. بدوي مفلر لاٿو تہ پهريون دفعو مون سندس منهن ڏٺو منهن ۾ ڏاڍو دٻاءُ هوس، پڪو سانورو هو ۽ مهاندو عقابي هوس. هن اسٽيشن تي گهورڙئي ڪان هڪڙي ماني ورتي ۽ پنهنجي جاءِ تي ويٺي ويٺي ماني جا بہ اڌ ڪيائين، هڪڙو پاڻ رکيائين ۽ ٻيو مون کي ڏيڻ لاءِ هٿ ڊگهو ڪيائين. منهنجي طرفان ماني وٺڻ ۾ دير ۽ عجب تي هو مشڪيو. سندس منهن جي مرڪ بہ ايتري ئي شاناٽتي هئي، جهڙو سندس منهن جو رعب هو. هن وات مان هڪڙو لفظ چيو، جيڪو ان وقت تہ آئون ڪونہ سمجهندو هوس پر هاڻي سمجهان ٿو. "تفضل" يعني "سائين کائو!" مون سندس هٿ مان ماني جو ٽڪرو ورتو ۽ مٿو لوڏي سندس شڪريو ادا ڪيم. گاڏي ۾ ويٺل ٽيون مسافر يورپي لباس ۾ ترڪي ٽوپي سان هو. هن اسان ٻنهي جي وچ ۾ ترجماني جو ڪردار ادا ڪيو ۽ جهڙي تهڙي انگريزي ۾ مون کي ٻڌايائين تہ هيءُ چوي ٿو تہ "توهان بہ مسافر آهيو ۽ آئون بہ مسافر آهيان ۽ ٻنهي جو رستو بہ ساڳيو آهي."

هن معمولي ڳالهہ تي جڏهن بہ سوچيندو آهيان، تڏهن دل چوندي آهي تہ عربي اخلاق سان منهنجي محبت جو اصل بنياد اتان ئي پيو. هن بدوي جي اخلاق ۾، جنهن اڻواقفيت جي سيني پردن هوندي بہ پنهنجي سفري ساٿيءَ کي پنهجي مانيءَ جو اڌ ڏنو هو، انسانيت جي هڪ اهڙي تصوير ۽ جهلڪ هئي، جيڪا خوشامد ۽ منافقت کان بالڪل پاڪ هئي.

ريل گاڏي غزه پهتي تہ منهنجي بدوي ساٿيءَ پنهنجو سامان ويڙهيو ۽ نهايت باوقار نموني مرڪندي مٿو لوڏي، مون کي سلام ڪري هيٺ لهي ويو. ٻاهر پليٽ فارم تي هن جي آجيان لاءِ بہ بدوي بيٺا هئا، جيڪي هن سان وڏي حب سان گڏيا. هٿ ڏيڻ کان پوءِ هڪ

پئي کي ڳلن تي چميون بہ ڏنائون. مون خلوص ۽ محبت جو اهو نظارو ڏٺو پئي. ان وقت دل ۾ اهڙن ماڻهن جي اٿ ويهہ بابت معلومات حاصل ڪرڻ جي زبردست خواهش پيدا ٿي. بيت المقدس ۾ پنهنجين اکين آڏو اهڙا نظارا عام جام ڏٺم، جيڪي منهنجي لاءِ بالڪل نوان هئا. روحاني تڪليفن ۽ روحاني زخمن کان بالڪل ناواقف، اهي زخم جن خوف، خودغرضي، گهٽ جو عذاب نجي مغربي زندگيءَ جو منهن ئي ڦٽائي ڇڏيو آهي. مون عربن ۾ اهي ڳالهيون ڏٺيون، جن جي غيرشعوري طرح مون کي ڪافي عرصي کان تلاش هئي، ان کي اسين زندگيءَ جي مسئلن ۾ هڪ خاص قسم جو جذباتي لطف يا بلند ترحسي شعور چئي سگهون ٿا. هتي مامي جي گهر جي بالڪل سامهون ڪشادي ٿلهي تي عربن کي ڏينهن ۾ ڪيترا ڀيرا نماز پڙهندي ڏسندو هوس. انهن جي شانائتي ۽ باوقار اٿ ويهہ ۽ سندن زبردست ڊسيپلن مون کي ڏاڍو متاثر ڪيو. مون انهن جي امام سان بہ ملاقات ڪئي ۽ سچ پڇو تہ اسلامي عبادت جي طريقي بابت ساڻس ڳالهہ ٻولهہ منهنجي لاءِ اسلام جو دروازو کوليو، البتہ ان وقت آئون سوچي بہ ڪونہ ٿي سگهيس تہ ڪڏهن اسلام منهنجو دين بنجي ويندو.



١٩٢٢ع جي پڇاڙي ڌاري جرمني جي هڪ اخبار فرانڪفرٽر مون کي وچ اوڀر ۾ پنهنجو گشتي نمائندو مقرر ڪيو ۽ اهڙي طرح مون کي ٻين ملڪن جي سير جو بہ موقعو مليو. ان سلسلي ۾ پنهنجي فرض ادائي ڪندي مون کي عربن جي زندگي ۽ مسئلن کي وڌيڪ گهرائي سان سمجهڻ ۽ پرکڻ جو وجهہ مليو ۽ مون بالڪل غيرجانبداري سان محسوس ڪيو تہ يورپ جون سموريون طاقتون هيڪانديون مسلمانن تي ظلم ڪري رهيون آهن ۽ ڪين مذهبي، تهذيبي، سماجي، اقتصادي ۽ سياسي طرح تباهہ ڪري، سندن عزت ۽ خودداري ختم ڪرڻ لاءِ ڪوشان آهن. خاص طورتي فلسطين ۾ عربن ۽ يهودين واري معاملي ۾ انگريزن جي پاليسي سراسر غيرانساني ۽ بين الاقوامي بد ديانتي

تي مبني آهي.

١٩٢٣ع ۾ آئون مصر هليو آيس. گذر سفر لاءِ مون کي اتي ڏينهن جي نوڪري ملي ويئي ۽ رهڻ لاءِ هڪڙي قديم محلي ۾ هڪڙو ننڍڙو گهر به ملي ويو. منهنجي گهر جي بالڪل آمهون سامهون سنهڙن منارن سان هڪڙي ننڍي مسجد هئي، جنهن ۾ پنج وقتي نماز لاءِ بانگ ٿيندي هئي. اچي هرڪ جي پڳ سان هڪڙو ماٺهو مناري تان الله اڪبر، الله اڪبر- اشهد ان لا الـه الا الله جي صدا بلند ڪندو هو. آواز ۾ ڏاڍو سوز هوندو هوس، پر آواز رعبدار به هو. صاف محسوس ٿيندو هو ته اهو آرٽ يا فنڪاري نه، پر ايمان ۽ غيرت جو جوش آهي، جنهن اذان ۾ ايڏو حسن پيدا ڪري ڇڏيو آهي. اهو به اندازو ٿيو ته بيت المقدس ۽ مصر ۾ اذان ڏيڻ جو ساڳيو لهجو آهي ۽ نه رڳو مصر ۽ بيت المقدس، پر ساري اسلامي دنيا ۾ ساڳئي طرز هلندڙ آهي. نيٺ ان نتيجي تي پهتس ته مسلمانن جو اندروني اتحاد، يڪسانيت ۽ هم آهنگي ڪيڏي نه گهري آهي ۽ انهن کي ٽوڙڻ ۽ ٽڪر ڪرڻ واريون شيون ڪيتريون نه بي اثر، مٿاڇريون ۽ مصنوعي آهن. مون کي پهريون ڀيرو احساس ٿيو ته مون هڪ اهڙي سوسائٽيءَ ۾ قدم رکيو آهي، جتي انسانن جي وچ ۾ لاڳاپا، اقتصادي مصلحتن يا رنگ ۽ نسل تي مدار نٿا رکن، پر انهن کان ڪيئي ڀيرا وڌيڪ گهرا مضبوط ۽ جٽادار ڪنهن ٻيءَ شيءِ تي رکيل آهن. اها شيءِ هئي زندگيءَ بابت سندن هڪجهڙا خيال. انهن هڪجهڙن خيالن، انسانن جي وچ ۾ لاتعلقي جي پردن کي پٽي ختم ڪري ڇڏيو آهي.



١٩٢٣ع جي اونهاري ۾ آئون وري موٽي بيت المقدس آيس ۽ اتان وري دمشق ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيم. بيت المقدس ۾ اڳي منهنجي ملاقات هڪ دمشقي استاد سان ٿي هئي، جنهن مون کي دمشق اچڻ لاءِ چيو هو. مون کي عربن جي اندروني اطمينان ۽ سڪون جو اصل سبب معلوم ٿيو. اهو سندن هلت چلت ۽ هڪ ٻئي سان ورتاءَ جو

نتيجو هو، جيڪو هو هڪ بِئي سان عام طرح رکندا هئا. اهڙا واقعا اڪثر ڏسندو هوس تہ هڪ دڪاندار پنهنجي پــرواري دڪاندار جي غيرحاضري ۾ جنهن ايثار ۽ ايمانداري سان سندس ڪم ڪندو هو، سو حد درجي حيرت انگيز هو. ويڪرن جبن ۾ اهي ماڻهو ڏاڍا باوقار ۽ سنجيده هئا. فضول ۽ اجايون ڳالهيون نہ ڪندا هئا. خودداري ۽ نياز نوڙت سان گڏوگڏ ڏاڍا حساس پڻ هئا.

جمع جي ڏينهن دمشق ۾ زندگيءَ جو نقشو خاصو بدليل ڏسڻ ۾ ايندو هو. خوشي ۽ مسرت جو رعب ۽ وقار جي گڏيل فضا شهر تي ڇانيل هوندي هئي، ان ڏينهن تي مون کي يورپ جو آچر ياد اچي ويندو هو. خالي مڪان، گهٽ ۽ اداس ماحول. غور ڪيم تہ ان نتيجي تي پهتس تہ يورپ ۾ روزمره زندگي ماڻهن لاءِ ڳرو بار ٿي پئي آهي، جنهن کان هو آچر ڏينهن ڇوٽڪارو حاصل ڪن ٿا ۽ بيدلي سان خوشي ماڻڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. هو هڪ فريبي پل ۾ قاتل آهن، جنهن لاءِ هو هفتي جا ڇهہ ڏينهن انتظار ڪندا آهن. جڏهن تہ ان جي ابتڙ مسلمانن لاءِ جمع جو ڏينهن ڪمن کان جند ڇٽڻ جو ڏينهن نہ آهي. هو صبح جو دڪان کوليندا آهن، پوءِ نماز پڙهڻ لاءِ دڪان بند ڪري ڇڏيندا آهن. نماز کان پوءِ قهوه خانن ۾ ڪجهہ دير ويهي، ڪچهري ڪندا آهن ۽ پوءِ وري وڃي ڪاروبار کي لڳندا آهن.

هڪ جمعي تي آئون پنهنجي مهمان نواز دوست سان گڏجي اموي جامع مسجد ويس. قيام، قعود ۽ رڪوع، سجود ڪندي ماڻهن ۾ مون جيڪو خشوع، خضوع ڏٺو ۽ ڪين امام جي اقتدا ڪندي ڏٺو، تنهن مان مون کي خدا ۽ دين سان ماڻهن جي محبت جو اندازو ٿيو. نماز انهن ماڻهن جي زندگي کان ڌار ڪا شيءِ محسوس نٿي ٿئي. نماز زندگي کي وسارڻ لاءِ نہ، پر خدا جي يادگيري کي زندگيءَ ۾ شامل ڪرڻ لاءِ ۽ خدا کي بهتر نموني ياد ڪرڻ لاءِ پڙهندا آهن.

مسجد کان ٻاهر نڪري مون پنهنجي دوست کي چيو تہ ”ڪمال آهي! جو توهين خدا کي ايتري قدر پنهنجي ويجهو سمجهو ٿا. منهنجي بہ دل گهري ٿي تہ آئون بہ خدا کي پنهنجي ايترو ويجهو

محسوس ڪريان". "هائو، ڇو نہ" منهنجي مهمان نواز ميزبان جواب ڏنو. "ان ڪان سواءِ ٻي واٽ بہ تہ ڪانهي. خدا پاڻ چوي ٿو تہ آئون توهان جي شهہ رڳ کان بہ وڌيڪ ويجهو آهيان."

هن نئين احساس ۽ نئين فڪري دريافت مون تي ڏاڍو اثر ڪيو. سو جيترا ڏينهن دمشق ۾ هوس، پنهنجو گهڻو تڻو وقت اسلامي ڪتابن پڙهڻ ۾ خرچ ڪيم. عربي زبان جي ٿوري ڄاڻ تہ حاصل ٿي چڪي هئي. قرآن مجيد جي جرمن ۽ فرينچ ترجمن کان مدد بہ ورتي هيم. دوستن سان بہ گفتگو ڪندو رهندو هوس، نتيجو اهو نڪتو جو منهنجي اکين تان پردو لهندو ويو ۽ منهنجي لاءِ هڪ اهڙي فڪري دنيا واضح ٿيندي ويئي جنهن کان آئون هن کان اڳ بالڪل اڻواقف هوس.

اسلام منهنجي آڏو هڪ روايتي ۽ رواجي مذهب کان وڌيڪ هڪ نظام زندگي وانگر ظاهر ٿيو. هي منهنجي لاءِ هڪ لاهوتي سنئاءَ کان وڌيڪ شخصي ۽ اجتماعي هلت چلت جو پروگرام ۽ نظام محسوس ٿيڻ لڳو، جنهن جو مدار خدا پرستيءَ تي آهي. مون سڄي قرآن ۾ "ڇوٽڪاري" جو تصور نہ ڏٺو، هتي موروثي گنهگار هجڻ جو تصور بہ ڪونہ هو، جيڪو انسان ۽ سندس تقدير جي وچ ۾ روڪ ٿي پيو هجي. هتي هي لکيل آهي تہ ليس للانسان الا ما سعيٰ يعني ماڻهو جهڙي ڪوشش ڪندو تهڙو ڦل ملندس، مطلب تہ جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي. اسلام رهبانيت اختيار ڪرڻ يا پنهنجي فطرت کي ماري ڇڏڻ جو طلبگار نہ آهي، جو سمجهجي تہ ائين ڪرڻ سان شايد ڪا طهارت ۽ پاڪائي حاصل ٿئي. اسلام جي نظر ۾ طهارت ۽ پاڪائي تہ انسان جو بنيادي حق آهن ۽ گناهہ انسان جي ايجابي فطرت جي هڪ غلط روش جو نالو آهي. انساني فطرت کي ورهائي نٿو سگهجي، ڇوتہ روح ۽ جسم گڏجي هڪ مڪمل ۽ صحيح يونٽ بنائين ٿا.

شروعات ۾ اهو ڏسي آئون ڪي قدر پريشان بہ ٿيس تہ قرآن زندگي جي ڪن، بظاهر حقير شعبن کي وڏي اهميت ڏئي ٿو پر پوءِ اها ڳالهہ منهنجي سمجهہ ۾ اچي ويئي. ظاهر آهي تہ انسان روح ۽ جسم جو هڪ مجموعو آهي تہ پوءِ سندس زندگي جي ڪنهن بہ شعبي کي

ڪيئن نظرانداز ڪري ٿو سگهجي ۽ نہ ڪي ان ڪي دين جي دائري مان خارج ٿو ڪري سگهجي. مون اهو بہ ڏٺو تہ قرآن اها ڳالھہ هڪ لحظي لاءِ بہ نٿو وساري تہ هي دنيا بهرحال انساني ترقي جي سفر جو هڪ اهم مرحلو آهي. دنيائي خوشحالي قرآن جي نظرئي جائز ۽ سٺي شيءِ آهي، پر بذات خود اها مطلوب ۽ مقصود ڪانهي. تنهنڪري انسان جي نفساني خواهشن کي اهميت ۽ ضرورت هوندي بہ اخلاقي احساس جي پيٽ ۾ دٻايو ٿو وڃي. اسلام جي نظر ۾ اخلاقي احساس رڳو خدا ۽ بندي جي وچ ۾ محدود نہ هئڻ گهرجي پر ان کي انساني تعلقات تي بہ حاوي هئڻ گهرجي. ان جو مقصد فقط هڪ ماڻهوءَ جي روحاني ترقي ۽ تڪميل نہ آهي، پر سوسائٽي ۾ اهڙو ماحول پيدا ڪرڻ آهي، جنهن ۾ رهي ڪري، ٻين انسان لاءِ بہ روحاني ترقي ۽ واڌاري جا موقعا پيدا ٿين ۽ جنهن ۾ رهڻ وارا سمورا انسان مڪمل ۽ پرسڪون زندگي گذاري سگهن. مون محسوس ڪيو تہ روحاني مسئلن ۾ قرآن جو طريقو قديم زماني جي طريقن کان وڌيڪ گهرو آهي. اسلام ۾ ڪنهن بہ خاص قوم جي طرفداري ڪيل ڪونهي. دنياوي مسئلن ۾ قرآن جو طريقو جديد زماني جي طريقن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ايجابي آهي. هن جي نظر ۾ روح ۽ جسم انساني زندگي جا ٻہ اهڙا رخ آهن، جيڪي هڪ جهڙا اهم آهن. مون پنهنجي دل کان پڇيو تہ ائين تہ نہ آهي جو اسلام جي تعليم مون کي ان قلبي اطمينان (EMOTIONAL SECURITY) جي ڪري سٺي لڳي، جيڪو مون کي عربن سان گڏ رهندي حاصل ٿيو آهي؟

١٩٢٣ع جي سرءَ ۾ آئون يورپ موٽي ويس. يورپ جا منظر هاڻي مون کي اوپرا اوپرا پئي لڳا. هاڻي مون کي هتي جا ماڻهو مڪروهہ ۽ حقير ڏسڻ ۾ پئي آيا. انهن جا ڪم جڏا ۽ اجايا پئي نظر آيا، ڇڻ انهن ۾ شعور جو نالو بہ نہ آهي. جيتوڻيڪ هتي جا ماڻهو ظاهر ائين ڪندا هئا تہ هر ڪم نهايت شعور ۽ عقلمندي سان ٿا ڪن. پر حقيقت ۾ اهي ڪنهن بہ مقصد ۽ نصب العين کان سواءِ انڌن وانگر پئي ڀٽڪيا. مون هڪ ڀيرو وري عيسائيت جو مطالعو شروع ڪيو ۽ پنهنجي طرفان

سمجهڻ جي پوري ڪوشش ڪيم پر مون کي جلد ئي مايوسي ٿيڻ لڳي. ڏٺم ته عيسائيت، روح ۽ جسم يا عقيدي ۽ عمل جي ميدان ۾ هرهڪ کي ڌار ڌار رکي ٿي ۽ ان ۾ اڄوڪي انسان لاءِ جيڪو اڪيچار مسئلن جو شڪار آهي، ڪا به رهنمائي نه آهي.



١٩٢۴ع جي موسم بهار ۾ آئون "فرانڪفرٽر" جي طرفان وري مصر آيس. هينئر صحافتي دنيا ۾ آئون چڱو خاصو مشهور ٿي چڪو هوس ۽ منهنجن مضمونن لاءِ هڪ خاص مقام پيدا ٿي چڪو هو. ان ڪري مون کي وڏين وڏين رقمن جي عيوض ڪم ڪرڻ جون آڇون اچڻ لڳيون. مصر ۾ پهچندي ئي رمضان جو چنڊ ڏٺو ۽ لڳاتار سڄو مهينو هرهنڌ هڪ خاص قسم جو پاڪ ۽ مقدس ماحول ڇانيل هو. نماز کان پوءِ روزن جي حڪمت تي جيترو به غور ڪندو هوس، ايترو اسلام جي عظمت جو قائل ٿيندو پئي ويس. ان سلسلي ۾ الازهر يونيورسٽي جي هڪ نوجوان عالم شيخ مصطفيٰ المراغي سان تفصيلي گفتگو ڪيم. هن بالڪل کولي ٻڌايو ته موجوده مسلمان، اسلام جي اعليٰ تعليمات ۽ اصولن کان هٽي ويا آهن ۽ اها هڪ وڏي غلطي ڇٽبي جو محمد (ﷺ) جي پيغام کي اسين اڄوڪن مسلمانن جي اخلاقي ۽ فڪري حالت کي ڏسي پرکيون. ساڳئي طرح اها به هڪ غلطي ڇٽبي جو اڄوڪن عيسائين جي طرفان محبت ۽ رواداري جي برخلاف ڪمن کي ڏسي اسين حضرت عيسيٰ عليه السلام جي محبت ڀرئي پيغام کي ڏوهي سڏيون.

شيخ مراغي ڪا به ڳالهه لڪائڻ ڇپائڻ کان سواءِ ٻڌايو ته اڄوڪن مسلمان عالمن مان گهڻا تڻا لڪير جا فقير آهن ۽ انهن ۾ دين لاءِ سچو جوش جذبو ختم ٿي چڪو آهي. اهوئي بنيادي سبب آهي، جو اڄ مسلم ملت زوال هيٺ اچي چڪي آهي.

قرآن جو جيترو مطالعو آئون ڪري سگهيس، عربن جي معاشرتي زندگيءَ جو جيڪو مشاهدو مون ڪيو هو ۽ وري هاڻي جو

شيخ المراغي سان ڪلي طرح گفتگو ڪيم، تنهن مان ان نتيجي تي پهتس ته يورپي ماڻهن جي دماغ ۾ اسلام جي جيڪا تصوير آهي، سا بالڪل غلط ۽ بگڙيل آهي. هاڻي مون کي اطمينان ٿي ويو ته اسلام ۾ بحيثيت دين ۽ ضابطہ حيات جي ڪوبہ نقص نہ آهي. البتہ مسلمانن جو زوال، اسلام جي ڪنهن ڪمزوري جي ڪري ڪونهي، پر اسلامي تعليمات تي عمل نہ ڪرڻ ڪري آهي.

دل مطمئن ٿيڻ کان پوءِ مون عربي ٻولي جي باقاعدي تعليم وٺڻ شروع ڪئي. مون کي محسوس ٿيڻ لڳو تہ يورپ وارن کي اسلام جي اصل صورت ڏيکارڻ ناممڪن نہ آهي. اهو خيال مون ڪي مهينا اڳ پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ بہ ظاهر ڪيو هو. اسلامي دنيا ۾ اجا يورپي تهذيب ايتري گهٽي ڪانہ آئي آهي، جو اسلام کي سمجهڻ ڏکيو هجي. مون محسوس ڪيو تہ جيڪڏهن ڪوبہ ماڻهو پنهنجي ماضي جي فڪري عادتن کان هٽي ڪري ۽ اهو تسليم ڪري تہ فقط سندس خيال ئي سچا نہ آهن، تہ پوءِ اسلامي دنيا هن لاءِ قابل قبول ٿي سگهي ٿي.



١٩٢٥ع جي پڇاڙي ڌاري آئون هرات کان ٿيندو ڪابل وڃي رهيو هوس. مرڪزي افغانستان جا جبل برف سان ڍڪيل هئا. انهن ماٿرين جا حسين منظر دل دماغ تي جادوئي اثر ڪري رهيا هئا. آئون انهن منظرن ۾ گم هوس تہ اوچتو منهنجو گهوڙو منڊ ڪائڻ لڳو. ڏٺم تہ نعل ڍلو ٿي ويو هوس ۽ فقط ٻن ڪلين تي اٽڪيل هو. منهنجي افغان ساٿي ٻڌايو تہ ٿي ميل پري "دهہ زنگي" ڳوٺ آهي، اتي ڪو موچي ملندو ۽ نعل هڻائي سگهبو. اتي هزارجات علائقي جو گورنر بہ رهي ٿو.

دهہ زنگي ۾ صوبي جي حاڪم سان ملاقات ٿي. هو ڏاڍو خوش ٿيو. هن جي منهن مان ڪشاده دلي ۽ خوشي بکي رهي هئي. هو امان الله شاهہ جو ويجهو مائٽ هو. پر افغانستان ۾ جيترن ماڻهن سان آئون مليس، تن سيني کان وڌيڪ هي ماڻهو رلڻو ملڻو ۽ نياز نوڙت وارو هو. هن زور ڪري مون کي ٻہ ڏينهن پاڻ وٽ رهايو. ٻئي شام جو

بهترين دعوت ڪائي واندا ٿياسين تہ ڪچهري ۾ هڪ افغان، ستار تي دائود ۽ جالوت جو قصو ڳائڻ شروع ڪيو. گيت پشتو ۾ هو. حاڪم مون کي سڄو قصو مختصر ڪري ٻڌايو ۽ آخرم تبصرو ڪندي چيائين تہ ”دائود ڪمزور هو پر سندس ايمان طاقتور هو.“

تنهن تي مون ٺهہ پهہ چيو:-

”ان جي برعڪس توهين تعداد ۾ گهٽا آيو، پر ايمان ۾ ڪمزور آهيو.“ منهنجو مهمان نواز مون کي تڪڻ لڳو. آئون گهبرائجي ويس ۽ پنهنجي ڳالهہ کي وزن وٺائڻ لاءِ سوال ڪرڻ لڳس ”مسلمانن مان خوداعتمادي ڇو ختم ٿي ويئي آهي؟ انهن جي عظمت ڇو ڪارائجي وئي آهي؟ انهن جون علمي ۽ فني صلاحيتون ڇو ڪمزور ٿي ويون آهن؟ ڇا اهو ممڪن نہ آهي تہ مسلمان همٿ ڪري وري پنهنجي عاليشان دين ڏانهن موٽي وڃن؟ ڪيڏي نہ عجب جي ڳالهہ آهي جو ڪمال پاشا، جنهن جي نظر ۾ اسلام جي ڪا وقعت ڪانهي، سو اڄ مسلمانن جو ليڊر ۽ هيرو ٿي ويو آهي؟“

منهنجو مهمان نواز حيرت مان مون کي ڏسي رهيو هو. مون ماٺ ڪئي تہ هو چوڻ لڳو، ”توهين تہ مسلمان آهيو.“

”نہ نہ! مسلمان تہ ڪونہ آهيان. البتہ اسلام جي حسن جو قدردان آهيان.“

منهنجي ميزبان ڪنڌ ڌوڻي چيو تہ، ”نہ ادا نہ! ڳالهہ جيڪا مون ڪئي، سا ئي سچ آهي. توهان مسلمان آهيو، پر ان جي توهان کي خود خبر نہ آهي. توهان ڪلمو پڙهي مسلمان ڇونتا ٿي وڃو، جڏهن تہ دل جي اندر گهرائي ۾ توهان اسلام قبول ڪري چڪا آهيو.“

مون ان وقت تہ ڳالهہ ٽاري ڇڏي، پر هي لفظ ڪيترا مهينا منهنجي ڪنن ۾ پئي وڄا تہ، ”توهان مسلمان آهيو، پر ان جي توهان کي خود بہ خبر ڪانهي.“

افغانستان ۾ ڪيترا هفتا رهڻ ۽ سير ڪرڻ کان پوءِ آئون روس هليو ويس ۽ اتان سڌو وطن وري آيس. منهجي غيرحاضري ۾ منهنجو نالو اخباري دنيا مان نڪري علمي دنيا ۾ چڱو خاصو مشهور ٿي چڪو

هو. سو جرمني پهچڻ کان پوءِ برلن جي جغرافيائي سياسي ائڪيڊمي مون کي ليڪچر ڏيڻ لاءِ چيو. ان وقت منهنجي عمر فقط ٢٦ سال هئي ۽ هن ڄمار ۾ اهو اعزاز اڄ تائين ڪنهن کي ڪونہ مليو هو.



ان زماني ۾ منهنجي شادي ٿي چڪي هئي ۽ منهنجي گهر واري بہ منهنجن خيالن سان متفق هئي. اسين زال مڙس ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي قرآن پڙهندا هئاسين ۽ قرآني تعليمات تي بحث ڪندا هئاسين. خيالن جي هن ڏي وٺ ۾ منهنجي آڏو اسلام جي هڪ اهڙي تہ مڪمل تصوير ابري آئي، جنهن مون کي مدهوش ۽ حيرت زده ڪري ڇڏيو. روح ۽ ماده جي هڪ جيتري اهميت، عقل سان نهڪندڙ ڳالهيون، پيغمبر اسلام جي ڀرپور روحاني، سماجي ۽ سياسي زندگي ۽ اسلام جو بين الاقوامي مزاج اسلام لاءِ منهنجو استغراق ڏينهون ڏينهن وڌندو ويو.

سيپٽمبر ١٩٢٦ع جي هڪڙي رات آئون برلن ۾ پنهنجي گهرواريءَ سان زيرزمين ريل گاڏي ۾ سفر ڪري رهيو هوس. منهنجي سامهون سيٽ تي بہ زال مڙس ويٺا هئا. شاهاڻي لباس ۽ هيرن سان جڙيل مندڙين وغيرہ مان پئي شاهوڪار گهراڻي جا ڏسڻ ۾ آيا پئي، پر منهن تي ڪابہ خوشي ڏسڻ ۾ ڪانہ ٿي آين. هو پئي ڏاڍا غمگين ۽ بدنصيب ٿي لڳا. مون گاڏي ۾ ويٺل سڀني ماڻهن کي ڇتائي ڏٺو. جيڪي ماڻهو ڪپڙن ۾ ڪجهہ خوشحال ٿي ڏسڻ ۾ آيا، تن سڀني جي منهن ۾ هڪ مخفي غم جي جهلڪ هئي، ٿي سگهي ٿو تہ ڪين احساس بہ نہ هجي.

مون ان احساس جو ذڪر پنهنجي زال سان ڪيو تہ هن بہ منهنجي تائيد ڪئي. "واقعي ائين ٿو لڳي ڄڻ اهي ماڻهو جهنم ۾ ٿا رهن. سوچيان ٿي تہ پنهنجي هن ڏکدائڪ حالت جي ڪين خبر بہ آهي يا نہ؟"

گهر آياسين تہ ميز تي رکيل قرآن شريف جي نسخي تي نظر

پئي، جيڪو اڪثر منهنجي مطالعي ۾ رهندو هو. ڪتاب کي بند ڪري الماري ۾ رکڻ لاءِ ويجهو آيس ته ڪليل صفحي تي هيءَ آيت لکيل هئي:-

الهـٰكم التكاثر حتي زرتم المقابر كلا سوف تعلمون ثم كلا سوف تعلمون كلا لو تعلمون علم اليقين لترون الجحيم ثم لترونها عين اليقين ثم لتسئلن يومئذ عن النعيم

”توهان ماڻهن کي گهڻي ۾ گهڻي ۽ هڪ ٻئي کان وڌيڪ دنيا حاصل ڪرڻ جي شوق غفلت ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ايتري قدر جو (ان فڪر ۾) توهين قبر جي ڪنڌيءَ تي وڃي پهچو ٿا. هرگز نه- توهان کي جلد ئي معلوم ٿي ويندو. وري ٻڌو ته هرگز نه- جيڪڏهن توهين يقيني علم مطابق ڄاڻو ها (ته ائين نه ڪريو ها) توهين دوزخ کي اکين سان ڏسندا. وري (ٻڌو ته) توهين پڪ سان ان کي ڏسندا. پوءِ پڪ سان ان ڏينهن توهان کان انهن نعمتن جي بابت پڇاڻو ٿيندو.“

گهڙي کن لاءِ ته وائڙو ٿي ويس. ڪتاب هٿ ۾ هوم. مون بيگم کي سڏ ڪيو ته ”ڏس گذريل رات ريل گاڏي ۾ جيڪو پاڻ لقاء ڏٺو هو، تنهن جو اجهو هي جواب آهي.“ اسان کي نه رڳو پنهنجي سوال جوجواب مليو، پر ٻيا به گهڻا شڪ شڪوڪ ختم ٿي ويا. اسان کي پڪ ٿي ويئي ته هي ڪتاب خدا جي طرفان ئي نازل ٿيو آهي. هي تيرهن سؤ سال اڳ محمد (ﷺ) تي لٿو هو. پر هن ۾ اهڙيون بيشمار پيشنگوئيون وضاحت سان بيان ڪيل آهن، اهي وضاحتون جيترو اسان جي هن پيچيده مشيني دور ۾ ظاهر ٿيون آهن سي شايد ڪنهن به ٻئي دور ۾ ظاهر نه ٿيون هونديون.

هاڻي ته مون کي يقين ٿي ويو ته قرآن ڪنهن انسان جي حڪمت ۽ ڏاهپ جو نتيجو نه آهي. انسان ڪيترو به ڪٽي ڏاهو ۽ عقلمند هجي، پر اهو ان عذاب جي پيشن گوئي نٿو ڪري سگهي، جيڪو هن ويهين صديءَ لاءِ مخصوص آهي. ٻئي ڏينهن آئون برلن ۾

رهندڙ مسلمانن جي انجمن جي صدر وٽ ويس ۽ مسلمان ٿيڻ جي خواهش ظاهر ڪيم. هن مون کي ڪلمون شهادت پڙهايو ۽ چيائين تہ توهان جو نالو ليو پولڊ آهي ۽ يوناني زبان ۾ ليو (LEO) شينهن کي چوندا آهن، تنهنڪري اسين اڄ کان توهان کي محمد اسد سڏيندا سين.

ٿورن ڏينهن کان پوءِ منهنجي گهرواريءَ بہ اسلام قبول ڪيو. ڪجهہ وقت کان پوءِ اسان هميشہ لاءِ يورپ ڇڏي ڏنو. ڇوتہ هاڻي اسان لاءِ اتي رهڻ بار ٿي پيو هو. سو اسين مصر کان ٿيندا سعودي عرب آياسين، جتي اسان جي حياتيءَ جو هڪ نئون ۽ انقلابي دور شروع ٿي ويو.

# محمد المهدي (انگلينڊ)

مغربي ملڪن ۾ رهندڙ ماڻهن ۾ اسلام قبول ڪرڻ جي وچ ۾ سڀ کان وڏي رنڊڪ اهي ڪتاب آهن، جيڪي مغربي مصنف بغض ۽ تعصب وچان اڃ تائين لکندا اچن ٿا. انهن ڪتابن ۾ يا ته اسلام جي تعريف اهڙي غلط ۽ ڪل جهڙي نموني ڪئي ويندي آهي، جو پڙهندڙ ان مان منفي اثر وٺڻ کان سواءِ رهي نٿا سگهن. يا وري مسلمانن جي عيبن کي اسلام تي مڙهي اسلام جي نهايت خوفناڪ تصوير چٽين ٿا. خاص طور تي انهن جنگين کي ڏاڍا مرچ مصالا هڻي پيش ڪن ٿا، جيڪي سوين سال اڳ مسلمانن ۽ يورپي عيسائين جي وچ ۾ لڳيون هيون. ان معاملي ۾ ايڏي ته بدديانتي کان ڪم وٺن ٿا، جو مسلمانن جي بعض بداخلاقين کي عيسائين جي اعليٰ اخلاقن سان ڀيٽين ٿا. اهي ماڻهو ايترو به نٿا سوچين ته جڏهن مسلمان تهذيبي لحاظ کان عروج تي هئا، تڏهن اسلامي احساس ۽ عمل به عروج تي هئا، پر هاڻي جڏهن يورپي تهذيب ڪمال تي پهتي آهي ته اسلام جي نسبت ۾ عيسائيت تي زوال آيو آهي.

الحمد لله منهنجو معاملو ان عام طريقي کان ڌار هو، آئون اهڙن ڪتابن ۾ لکيل مواد کان ڌار سوچڻ جو عادي هوس ۽ نه رڳو آئون بلڪ يورپ ۾ بيشمار اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي عيسائيت کي قابل قبول نٿا سمجهن. اهي دل ۾ اسلامي تعليمات کي ڪافي ويجهو آهن، پر جيئن ته انهن ڪڏهن به اسلام جي سادگي ۽ اعلي ڳڻن جو مشاهدو نه ڪيو آهي، تنهن ڪري ان کي قبول ڪندي ڪيٻائين ٿا تنهن هوندي به اهڙا ماڻهو چڱا خاصا آهن جيڪي ڪنهن "ضابطہ حيات" جي ڳولا ۾ هوندا آهن ۽ زندگي جي لاءِ مقصديت کان بيزار هوندا آهن.

بهرحال منهنجو معاملو ٿورو مختلف هو. مون اسلام جي ڪڏهن به طلب ڪانه ڪئي. آئون انگلينڊ جي "عيسائي" معاشري ۾ ڄائس نپنس. هي معاشرو نالي ۾ ته عيسائي معاشرو آهي، پر حقيقي

زندگيءَ جي تصور کان بالڪل پري آهي، يعني زندگيءَ جو هڪڙو اهڙو تصور جيڪو شايد ڪٿي به نه هجي، پر ماڻهو بهرحال ان کي سمجهڻ جي ڪوشس ضرور ڪن ٿا. جيتوڻيڪ اتي ڪي اهڙا نيڪدل ماڻهو به آهن جيڪي عيسائي هوندي به انسانيت جي ترقيءِ واڌاري لاءِ ڪوششون ڪندا رهن ٿا.

تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ مون آفريڪا ۽ يورپ جي ملڪن جو چڱي طرح سير ڪيو. آفريقا کنڊ جو ته ڪو به ملڪ ڪونه ڇڏيم. بهرحال انهن انساني معاشرن کي ڏسڻ کان پوءِ منهنجي راءِ ۾ يورپي قومن ۽ معاشري جي ڀيٽ ۾ جتي جتي ماڻهو مسلمان سوسائٽي جي اثر هيٺ زندگي گذارين ٿا، اتي خلوص ۽ دلڪشي جو هڪ خاص نمونو ملي ٿو. اهوئي سبب آهي جو آئون اتر نائيجيريا جي شهر ڪانو جي عظيم الشان مسجد کان ڏاڍو متاثر ٿيس ۽ اتي جي دوستن ۾ خلوص، محبت ۽ ايثار جو جذبو ڏٺم، اهڙي قسم جو تجربو مون کي ان کان اڳ ڪڏهن ڪونه ٿيو هو. خوش قسمتي سان مون کي سرينيڪا (SIRINIKA) جي خالص مسلم معاشري ۾ ڪافي عرصي تائين رهڻ جو موقعو مليو. مسلمانن جي حوالي سان اسلام لاءِ منهنجي دل ۾ جيڪو نرم گوشو پيدا ٿي چڪو هو، سو وڌيڪ گهرو ۽ وسيع ٿي ويو ۽ آئون اسلام قبول ڪرڻ لاءِ سنجيدگيءَ سان سوچڻ لڳس تاهم مون پنهنجي زندگيءَ جي هن اهم ترين فيصلي کان اڳ سڀني مذهبن جو تقابلي مطالعو وڏي محنت سان ڪيو. منهنجو اندازو آهي ته جڏهن ڪو به ذهين ماڻهو مختلف مذهبن جو گوڙهو مطالعو ڪندو ته انهن جي بنيادي خاصيتن جو قائل ٿي ويندو ۽ هيءَ اها جاءِ آهي جتان اسلام فقط ٿورين وکن تي هوندو آهي. منطق ۽ دليل جو نتيجو چوي ٿو ته اهڙي شخص کي لازما اسلام قبول ڪرڻ کپي. ان ۾ ڪو به مبالغو نه آهي. اڄ به سائوٿ وارڪ (انگلينڊ) جي بشپ ۽ آمريڪا جي ڊاڪٽر تيلچي جا مثال موجود آهن، جيڪڏهن هر قسم جي وهمن کان پاسو ڪري فقط هڪڙي خدا لاشريڪ تي ايمان رکون ٿا. بهرحال آئون نيٺ شرح صدر جي منزل تي پهچي ويس ۽ اسلام قبول ڪرڻ جو اعلان

ڪري ڇڏيم.

منهنجو اندازو آهي تہ آسٽريليا ۾ اسلام جي وڌڻ جا حيرت انگيز موقعا آهن. محمد جان ويبسٽر ان ڏس ۾ وڏي محنت ڪري رهيو آهي ۽ سندس ڪم جا مفيد نتيجا بہ نڪرن پيا. آئون پاڻ بہ هڪڙي يونيورسٽي ۾ ساڳيو ڪم ڪري رهيو آهيان ۽ منهنجي راءِ ۾ يورپ ۾ اسلام جي پکڙجڻ جو ڪم اعليٰ تعليم يافتہ طبقي جي وسيلي ئي ٿيندو. ان جي ڀيٽ ۾ جيڪي ماڻهو عيسائيت قبول ڪن ٿا سي شروعات ۾ انجيل جي هن ڳالهہ کان متاثر ٿين ٿا تہ نجات لاءِ فقط ايمان ضروري آهي عمل ضروري ڪونهي، پر ان عقيدي جو اثر هپناٽزم جهڙو آهي، اهوئي سبب آهي جو جڏهن ماڻهو دنيا جي حقيقتن ۾ ايندو آهي ۽ شعور کان ڪم وٺڻ شروع ڪندو آهي تڏهن پنهنجو پاڻ کي چڻ اهڙي رڻ ۾ اڪيلو محسوس ڪندو آهي، جتي رج کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ هوندو آهي. هو عقيدي جي گورک ڌنڌي ۾ ڦاسي پوندو آهي، جتان ٻاهر نڪرڻ جو ڪوبہ رستو نہ لڀندو آهي. مون پاڻ آفريقا ۾ ڏٺو آهي تہ عيسائي مشنري وارا مختلف قبيلن جي پراڻن اباڻن عقيدن جي بدران ڪين اهڙيون ڳالهيون ٻڌائيندا آهن، جيڪي ڪين وهم پرستي ۾ مبتلا ڪنديون آهن ۽ اهڙي طرح انهن جي اڳيان زندگيءَ جو اعليٰ تر تصور ڪڏهن بہ آشڪار نہ ٿيندو آهي.

اسلام، ان جي برخلاف، انساني عقل ۽ شعور کي اپيل ڪري ٿو. ٿي سگهي ٿو ڪنهن اوچتو اسلام قبول ڪيو هجي، پر عام طور تي ائين ٿيندو آهي. اها شيءِ اسلام کي وزنداربنائي ٿي. هتي ادراڪ ۽ احساس کي غيرضروري نٿو سمجهيو وڃي. اهوئي سبب آهي جو جڏهن هڪ پيرو ماڻهو نبي اڪرم ﷺ جي پيش ڪيل صداقت کي ميجيندو آهي تہ ان کان پوءِ هو جيترو بہ غور ڪندو آهي يا جيڪو بہ اعتراض پيدا ٿيندو آهي سو هن جي ايمان ۽ يقين کي ويتر پختو ڪندو ويندو آهي. ۽ اها ڳالهہ اسلام جي حق تي هئڻ جو سڀ کان وڏو دليل آهي.

بهرحال منهنجو روح تہ اڳي ئي اجايل هو. تنهنڪري پوري ڏيان ۽ ڪوشش سان صداقت جي تلاش ۾ مشغول ٿي ويس. مٿي بيان

ڪيل ۽ انهي ڳالهين مون کي ڪافي آڌار ڏنو. عربي به اڳي ئي ڄاڻندو هوس. اسلامي تهذيب ۽ ثقافت کان به ڪي قدر واقف هوس، سو سڀ کان اڳ مون اسلام ڏانهن رجوع ڪيو ۽ يورپين ليکڪن جي ڪتابن جي بدران سنئون سڌو اصل اسلامي ماخذن ذريعي اسلام کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪيم. ان لاءِ مون ساري اسلامي دنيا جي مختلف ادارن سان رابطو قائم ڪيو. ان سلسلي ۾ ڪراچي جي انگريزي رسالي ”مسلم نيوز انٽر نيشنل“(نومبر ١٩٧۴ع) ۾ به منهنجو هڪ خط ڇپيو. مون برسيلز جي مقامي مسلمانن سان به ڳالهايو. نتيجو اهو نڪتو جو ٽانگانيڪا کان وٺي سنگاپور ۽ پاڪستان کان وٺي سعودي عرب تائين مختلف ماڻهن مون کي جوابي خط به لکيا ته ڪتاب به موڪلي ڏنا.

پر مون اسلام قبول ڪرڻ ۾ جلدي نه ڪئي. منطق ۽ دليل جي سخت رهنمائيءَ ۾ مون مهينن جا مهينا پئي اسلام جي هڪ هڪ حصي جو مطالع ڪيو. ان وچ ۾ مختلف ماڻهن سان به گفتگو پئي هلي. اهڙي طرح مون اسلامي تعليم درجي بدرجي حاصل ڪئي. مثال طور ان کان اڳ مون الله جي وحدانيت ۽ سندس نوانوي نالن مبارڪن جو يقين حاصل ڪيو. ٻئي مرحلي تي مون اهو ادراڪ حاصل ڪيو ته حضرت محمد ﷺ واقعي الله جا سچا نبي ۽آخري پيغمبر آهن؟ ٽئين نمبر تي مون اها پڪ ڪئي ته قرآن واقعي خدا جو ڪلام آهي، جيڪو حضرت محمد ﷺ تي نازل ٿيو هو؟ ڇا اهوئي رستو صراط مستقيم آهي؟ ۽ چوٿين مرحلي تي جڏهن مون کي پڪ ٿي ته قرآن هر قسم جي ڦيرڦار کان بالڪل پاڪ آهي ۽ انهيءَ حالت ۾ هلندو اچ اسان تائين پهتو آهي ۽ اهوئي ساڳيو ڪتاب آهي جيڪو چوڏهن سؤ سال اڳ هو. تڏهن مٿين مسئلن تي منهنجي دل مطمئن ٿي ويئي ۽ مون کي پڪ ٿي ويئي ته اسلام ئي اهو سچو مذهب ۽ مڪمل ضابطہ حيات آهي جيڪو هر دور ۾ انسانذات جي رهنمائي ڪري سگهي ٿو. پوءِ مون خدائي حڪمن تي هڪ هڪ ڪري عمل شروع ڪيو. مون پنهنجو پاڻ کي چڱي طرح سمجهايو ته مسلمان ٿيڻ کان پوءِ مون کي ڪهڙيون ڪهڙيون ڳالهيون ڇڏڻيون پونديون ۽ ڪهڙيون ڳالهيون اختيار ڪرڻيون پونديون. مون

کي پنهنجي زندگيءَ جو ڍنگ بدلائڻو پوندو. پوءِ آهستي آهستي مون عمل ڪرڻ شروع ڪيو. جڏهن مون چڱيون ڳالهيون اختيار ڪيون ۽ مردود ڳالهين کي ڇڏي ڏنم تڏهن هڪ ڏينهن مون باقاعدي اسلام قبول ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ پنهنجو نالو مٽائي ڇڏيم. اهڙي طرح اسلام جي قائم ڪيل مسلم ملت جو ميمبر بنجي ويس.

مون کي خبر آهي ته رڳو اسلام قبول ڪرڻ سان ڪجهه به نه ٿو ٿئي. اها ته الله جي واٽ ۾ نئين زندگي جي شروعات هوندي آهي. ڏاڍي دردعاگو آهيان ته شال الله تعاليٰ اسان کي نماز ، روزي، حج، زڪوات ۽ جهاد جي وسيلي پنهنجو راضپو حاصل ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. آمين

# محمد اليگزينڊر رسل ويب (آمريڪا)
# (MOHAMMAD ALEXANDER RUSSEL WEBB)

ڊپلوميٽ مصنف ۽ صحافي اليگزينڊر رسل ويب ١٨٤٦ع ۾ نيويارڪ جي ويجهو هڊسن ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو هو. تعليم هڊسن ۽ نيويارڪ ۾ ورتائين. علمي زندگيءَ جي شروعات هن مضمون نگاري ۽ افسانا لکڻ سان ڪئي. ان کان پوءِ هو صحافت جي ميدان ۾ آيو ۽ "سينٽ جوزف گزيٽ ۽ ميوري ريپبليڪن" جو ايڊيٽر مقرر ٿيو. ١٨٨٧ع ۾ ڪيس منيلا (فلپائين) ۾ آمريڪا جو قونصل مقرر ڪيو ويو. اتي ئي هن اسلام جو مطالعو ڪيو ۽ آخرڪار مسلمان ٿي ويو. اسلام قبولڻ کان پوءِ هن اسلامي ملڪن جو وسيع ڏکهو دورو ڪيو ۽ پنهنجي باقي زندگيءَ کي اسلام جي تبليغ لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين آمريڪا ۾ اسلام جي هڪ اشاعتي اداري جو صدر به هو. آڪٽوبر ١٩١٦ع ۾ وفات ڪيائين. شال الله مرهيس.

---

مون کان ماڻهو پڇن ٿا ته امريڪا جو باشندو ٿي ڪري، جتي عيسائيت به پاڻ نالي ماتر آهي ۽ عام زندگي تي الحاد، ماديت ۽ لامذهبيت جو زبردست اثر آهي، مون اسلام ڪيئن قبول ڪيو؟ ان جو جواب هي آهي ته آئون ڳوڙهي ۽ وسيع مطالعي کان پوءِ ان نتيجي تي پهتو هوس ته اسلام ئي اهو واحد ۽ بهترين نظام حيات آهي، جيڪو انسان جون روحاني ضرورتون پوريون ڪري سگهي ٿو. آئون مجان ٿو ته عام نوجوانن جي برعڪس مون کي شروعات کان ئي ابتدا ۾ مذهب سان ڏاڍي دل هوندي هئي، پر ويهن سالن جي ڄمار ۾ جيئن ئي مون کي شعور آيو ته چرچ جي خشڪ ۽ اجاين رسمن مون کي سخت بيزار ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ ته ايترو پري هٽي ويس جو وري ڀيهر مذهب جي اوڏو نه آيس. خوش قسمتي سان مون ۾ تحقيق ۽ تجسس جو چڱو خاصو شوق آهي ۽ ڪنهن شيءِ کي بنادليل قبول نه ڪندو آهيان. سو جڏهن ڏٺم ته نه عام ماڻهو ۽ نه ڪي پادري، عيسائي مذهب جي ڪا

عقلي توجيه پيش ڪري سگهن ٿا، اتلندو انهن ڳالهين کي ڳجهو رکن ٿا ۽ عقل، ادراڪ کان مٿي چئي مورڳو انهن تي سوچڻ کان ئي منع ڪن ٿا، ان ڳالهه منهنجي ذهن کي بغاوت ڏانهن مائل ڪري ڇڏيو.

عيسائي مذهب کان مايوس ٿي، مون مشرقي مذهبن جو مطالعو شروع ڪيو ۽ ساڳئي وقت ان زماني جي مشهور فلاسفرن ۽ عالمن، جيئن لاڪ، ڪانٽ، هيگل، نطشي، هڪسلي ۽ ٻين مفڪرن ۽ مصنفن سان ملاقاتون ڪيم ۽ دير تائين ساڻن گفتگو ڪيم. اهي سڀئي صاحب جيتوڻيڪ فلاسافي، منطق ۽ عقليات جا وڏا ماهر هئا، پر انهن مان ڪوبه منهنجي سوالن جا جواب ڏيئي نه سگهيو ۽ مون کي مطمئن ڪري نه سگهيو. هڪڙو سوال روح بابت هو ته روح ڇا آهي؟ ۽ موت کان پوءِ ان جو ڪهڙو حشر ٿيندو؟ فلپائين ۾ منهنجي تقرير رکيل هئي. مون ان سلسلي ۾ معلومات گڏ ڪئي. اتي مون کي قرآن ۽ ٻيا اسلامي ڪتاب به پڙهڻ لاءِ مليا. منجهيل سٽ جون ڳنڍيون آهستي آهستي کلي پيون. ذهني مسئلا حل ٿيندا ويا. نيٺ حق واضح ٿي ويو. اهو ٻڌائڻ ضروري سمجهان ٿو ته مون ڪنهن جذباتي تڪڙ يا انڌي عقيدت يا ڪنهن وقتي جوش جي ڪري اسلام قبول ڪونه ڪيو هو، پر ان جي لاءِ مون لڳاتار نهايت محنت، ديانتداري ۽ اخلاص سان بالڪل غيرجانبدار ٿي ڪافي عرصي تائين تحقيقي مطالعو ڪيو هو ۽ سڀ کان وڌي اها ڳالهه ته حق جي تلاش ۾ منهنجي شدت ۾ آرزو ئي مون کي منزل ڏانهن رهنمائي ڪندي ويئي.

اسلام تي سچي ايمان آڻڻ جو مقصد الله جو راضپو ۽ سندس غيرمشروط فرمانبرداري ڪرڻ آهي ۽ ايمان جو بنيادي پٿر عبادت آهي. هي مذهب عالمگير اخوت، مساوات، مرافقت، يگانگت، وسيع القلبي ۽ ڪريم النفسي جي تعليم ڏئي ٿو. اسلام اندر جي اجار، عمل جي پاڪائي، زبان ۽ جسم جي طهارت تي گهڻو زور ڏئي ٿو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو چاهي ٿو ته ڪيس سادي ۽ عملي توڙي اخلاقي لحاظ کان عاليشان رباني راه هٿ اچي ته اها اسلام ۽ فقط اسلام جي واٽ ئي آهي.

# محمد امين (انگليند)

”سڀ ساراهه الله رب العالمين کي جڳائي ۽ درود سلام هجن حضرت محمد ﷺ ۽ ٻين نبين سڳورن تي. اڄ آئون پنهنجي مسيحي ڀائرن کي واضح طور ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته مون گهڻي سوچ ويچار ۽ ڪافي وقت تائين غورفڪر ڪرڻ کان پوءِ هن دين اسلام کي قبول ڪيو آهي. مون کي ڪڏهن به ڪنهن مسلمان، اسلام جي دعوت ڪانه ڏني هئي. اها منهنجي چاليهن سالن جي تحقيق آهي جنهن ثابت ڪيو ته هي مذهب افراط ۽ تفريط کان پاڪ آهي ۽ اعتدال ۽ وچولي واٽ جي تعليم ڏئي ٿو. ان جي برعڪس عيسائيت ۾ تمام گهڻي افراط ۽ تفريط آهي، جنهن جي ڪري نبين سڳورن جي اصل تعليم مسخ ٿي چڪي آهي. اهوئي سبب آهي جو مون مسيحت کي ترڪ ڪري اسلام قبول ڪيو آهي.“

منهنجو والد صاحب وليم جان، برطانيه جي شاهي خاندان مان هو ۽ منهنجي والده محترمه ايڊمرل جارج، ڪي- وي- او جي سڪيلڊي ڌيءَ هئي ۽ فيلڊ مارشل هزرايل هاءِ نيس اڳوڻي ڊيوڪ آف ڪيمبرج جي پوٽي هئي. اهوڊيوڪ آف ڪيمبرج، راڻي وڪتوريه جو سڳو سؤٽ هو. منهنجو جنم ١٩٠٧ع ۾ فرانس ۾ ٿيو. بابا سائين جي مرضي هئي ته آئون پادري ٿيان ۽ خداوند يسوع مسيح ڏانهن ماڻهن کي سڏيان سو اڃا آئون اٺن سالن جو مس ٿيو هوس، ته بابا سائين مون کي ان مقصد لاءِ ڪليسيا وارن جي حوالي ڪري ڇڏيو، جتي مون کي پنجويهن سالن جي عمر تائين عيسائي مذهب جي تعليم ڏني ويئي. مون اتي ايتري ته ترقي ۽ مهارت حاصل ڪئي جو پري پري کان ماڻهو، عورتون ۽ مرد منهنجن ڪپڙن کي ڇهي برڪت حاصل ڪرڻ لاءِ ايندا هئا.

تعليم پوري ٿي ته مون کي اولهه هندستان ۾ پورچوگيزن جي بينڪي راڄ گوا ڏانهن موڪليو ويو. هندوستان ۾ رهڻ جي دوران مون

تبليغ سان گڏوگڏ علائقي جي ٻين مذهبن جو تقابلي مطالعو شروع ڪري ڏنو. تبليغي ڪم جي سانگي مون ڪي بمبئي، لکنؤ، جبلپور، حيدرآباد دکن، مدراس ۽ آسام کان سواءِ برما سيام ملايا ڏانهن اڪثر ويڃڻو پوندو هو. منهنجين تبليغي ڪوششن رنگ لاتو ۽ ڪيترائي ساده دل ماڻهو عيسائيت جي آغوش ۾ هليا آيا.

مون کي ڪتابن جي مطالعي جو ته شوق اڳيئي هو، سو هڪڙي ڏينهن پنهنجي هڪڙي دوست جي لائبريري ۾ جارج سيل جو قرآن شريف جو انگريزي ترجمو ڏٺم. ڪتاب ڪيڏي پڙهڻ لڳس. اهو پهريون موقعو هو جو قرآن سان منهنجو بلاواسطه تعارف ٿيو هو. مون هن کان اڳ اسلام يا قرآن بابت جيڪو ڪجهه پڙهيو هو يا ٻڌو هو سو منفي قسم جو هو. سيل پاڻ به ترجمو ڪندي تنقيد ۽ تبصري جو ڍنگ اختيار ڪيو آهي، پر ان هوندي به توحيد خداوندي جو هڪ اڻمٽ نقش منهنجي دل تي اڪري ويو ۽ آئون هڪ بالڪل نئين قسم جي روشني سان آشنا ٿيس.

ان کانپوءِ ته اهو حال ٿيو جو اسلام بابت جيڪو به ڪتاب هٿ ايندو هو ته پڙهي ڇڏيندو هوس. پر مشڪل اها هئي جو انهن ڪتابن جا گهڻا تڻا ليکڪ تنگ نظر ۽ متعصب هئا، ۽ سندن ڪوشش اها هوندي هئي ته پڙهندڙ اسلام بابت ڪا چڱي راءِ نه قائم ڪري سگهي. تاهم قرآني فڪر سان منهنجي واقفيت آهستي آهستي وڌندي ويئي. ان ڪري مون انجيل تي نئين سر غور شروع ڪيم، جلد ئي انجيل جا تضاد پڌرا ٿيڻ لڳا. مثال طور حضرت مسيح عہ چون ٿا ته ”آئون اسرائيل جي گهراڻي جي وڃايل رڍن کان سواءِ ٻئي ڪنهن ڏانهن ڪونه موڪليو ويو آهيان. (متي-١۵:٢۴) جڏهن ته قرآن مطابق پيغمبرِ اسلام حضرت محمد صلي الله عليه وسلم سمورن جهانن لاءِ رحمت ڪري موڪليا ويا آهن. هونئن به انجيل متي باب ۵ آيت ١٧-١٨ مطابق حضرت مسيح عہ شريعت موسوي جا پابند هئا، جڏهن ته حضرت محمد صلي الله عليه وسلم پاڻ هڪڙي مڪمل ۽ خود مختيار ضابطو ڪٺي آيا هئا. منهنجي دل ۾ هوريان هوريان اسلام جي محبت وڌندي

ويئي.

آئون هڪ تبليغي قافلي سان گڏ ڪراچي ۾ ترسيل هوس. ان وقت نندي ڪنڍ جو تازو ورهاڱو ٿيو هو ۽ پاڪستان جي نئين اسلامي رياست وجود ۾ آئي هئي. آبادي جي لڏ پلاڻ جي ڪري عام ماڻهن جا مسئلا وڏي ويا هئا اهو وجھ ڏسي ڪاڏي پيتي جون شيون، ڪپڙا ۽ وڏيون رقمون کڻي عيسائي مشنريون ميدان ۾ لهي آيون ته جيئن سادن سودن مسلمانن کي همدردي جي نالي پويان پنهنجين ڪوڙڪين ۾ ڦاسائي سگهن. اسان کي نند پڻ ۾ پڙايو ويو هو ته مسلمان قرآن ۽ تلوار تي ايمان رکندا آهن. عيسائيت لاءِ نجات انهيءَ ۾ آهي ته قرآن ۾ ڏار وجهي ڇڏين. (يعني مسلمانن ۾ تفرقو ۽ ڏڦير پيدا ڪجي) ۽ تلوار کي مڏو ڪري ڇڏجي (يعني مسلمانن کي ڪمزور ۽ لاچار بنائي ڇڏجي) عيسائي پادري صاف چوندا هئا ته اسين مريضن جي علاج لاءِ ڪونه آيا آهيون، پر اسين رڳو اهو گهرون ٿا ته انهن جي ڪنن تائين مسيح جون ڳالهيون پئجي وڃن، جنهن جو نتيجو اهو نڪرندو ته مسلمان توحيد جي عقيدي کان هٽي ويندا ٽن خدائن جو تصور انهن جي ايمان کي لوڏي ڇڏيندو. اهو منظر مون ١٩٤٧ع ۾ پاڻ اکين سان ڏٺو. جڏهن امداد جي بهاني ڪيترن مسلمانن جي ايمان کي ڪسيو ويو ۽ کين عيسائي بنائڻ جون ڪوششون ڪيون ويون.

انهيءَ زماني ۾ لاهور جي هڪڙي عالم دين مولانا محمد علي سان منهنجي مناظري جهڙي ڏگهي ڳالهه ٻولهه ٿي. خيالن جي ڏي وٺ ۾ مون کي پڪ ٿي ويئي ته اسلام جو توحيدي نظريو ۽ الله جي ربوبيت جو عقيدو ڪيڏو نه مضبوط، فطري ۽ جامع آهي، جڏهن ته ان جي ڀيٽ ۾ مسيحيت جو محبت وارو نظريو ۽ خدا جي پيءُ هئڻ وارو تصور ڪيڏو نه غيرعقلي ۽ غيرفطري ۽ سراسر بيهودگي سان ڀريل آهي. دل تي پيل پڙدا هٽي ويا پر تڪڙ ڪانه ڪيم.

هاڻي مون عيسائيت جو تنقيدي مطالعو شروع ڪيو. مطالعي ۾ ڪي خوفناڪ ڳالهيون سامهون آيون. مون کي تعليم ڏني ويئي هئي ته آئون گناهه جي ڪري ۽ گناهه جي نتيجي ۾ پيدا ٿيو آهيان. ان جو

صاف مطلب اهو نڪري ٿو تہ منهنجي ماءُ ۽ منهنجي پيءُ تي بهتان مڙهيو پيو وڃي ۽ انهن ٻنهي کي بي عزت ڪيو پيو وڃي.

اڳتي هلي وري مون کي محسوس ٿيو تہ سڀني انسانن وانگر آئون بہ قدرتي طور گنهگار آهيان. خدا، گناه کي منهنجي فطرت ۽ خلقت جو هڪ لازمي جزو بنايو آهي، تنهن ڪري آئون گناهہ کانسواءِ رهي نٿو سگهان، تنهن ڪري پنهنجي همٿ ۽ طاقت آهر گهٽي ۾ گهٽ گناهہ ڪري ۽ تمام وڏو گنهگار بنجي آئون خدا تعاليٰ جو راضپو حاصل ڪري سگهندس. بهرحال مون کي انسان ذات لاءِ اهڙي قسم جا خيالات رکڻ بيحد خراب ۽ ڪِل جهڙا لڳا. ائين تہ خالق حقيقي تي تهمت ٿي اچي ۽ اهڙي طرح خدا جي شان ۾ گستاخي ٿي ٿئي. اهو عقيدو اسلامي تعليم جي ڪيڏو نہ ابتڙ آهي. پوءِ مون کي خبر پيئي تہ اسلام جي نظر ۾ سڀ ٻار اسلامي فطرت تي پيدا ٿيندا آهن پر پوءِ سندن مائٽ کين عيسائي، يهودي يا مجوسي بنائي ڇڏيندا آهن.

بائيبل جي مختلف آيتن ۾ رحيم ۽ ڪريم خدا جي جيڪا تصوير پيش ڪيل آهي، سا ڪنهن رت پيئندڙ راڪاس يا ڪنهن سدائين ڪاوڙيل هستي ۽ مايوس انسان وانگر آهي. يعني خدا بني نوع انسان کي خلقيو پر انسانن دنيا ۾ اچي اهڙا خراب ڪم ڪيا جو هن مايوس ٿي ۽ ڪاوڙ ۾ ٻرجي يهودين کان سواءِ ٻين سڀني کي نابود ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي. انهيءَ لاءِ هن يهودين کي بہ حڪم ڏنو آهي تہ هر انسان کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ کان سواءِ ڪنهن کي بہ جيئرو نہ ڇڏيو.

وري هيءُ بہ ڏسو تہ بائيبل جي بيان مطابق خدا انسان جي هدايت لاءِ بيشمار پيغمبر موڪليا پر انسان اهڙو نياڳو ۽ ضدي آهي جو هدايت قبول ئي نہ ڪيائين، تنهن ڪري خدا انسانذات کي ابدي جهنم ۾ ڪيرائڻ جو ارادو ڪيو پر خداوند جو سڪيلڏو پٽ انساني نسل جي حمايت ۾ آڏو اچي ويو ۽ نيٺ پنهنجي جان جي قرباني ڏيئي ان کي جهنم جي عذاب کان بچائي ورتائين. ان عقيدي ۾ خدا تعاليٰ جي جيڪا تصوير پيش ڪئي ويئي آهي، تنهن جي وڌيڪ وضاحت جي ڪا

ضـرورت ڪانهي. مـايوسي، ظلم، ڏمـر، بي انصـافي ۽ اهڙيون ٻيـون غيرفطري وصفون خدا تعاليٰ ڏانهن منسوب ڪيون ويون آهن. (نعوذ بالله تعاليٰ) عيسائيت جي تاريخ شاهد آهي ۽ ان ۾ ڪو عجب نہ آهي تہ مسيحيت جي انتهائي عروج جي زماني ۾ جنهن ماڻهو بہ پنهنجي اطمينان ۽ تسلي لاءِ انهن عقيدن تي اعتراض ڪيو تنهن کي جيئرو جلائي ڇڏيو ويو يا هميشہ لاءِ قيد ڪيو ويو. موجوده زماني ۾ بہ دنيا جي مختلف ملڪن ۾ جيترو ظلم عيسائين ٻين مذهبن وارن سان ڪيو آهي، تنهن جو مثال ملڻ مشڪل آهي.

سيئي عيسائي فرقا تثليث کي بنيادي عقيدي جي حيثيت سان مڃين ٿا. مون ڪائنات جي نظام تي ڪافي غور ڪيو ۽ پوءِ تثليث ۽ اسلام کي ڀيٽيم تہ تثليث جي عقيدي جي ڪمزوري محسوس ٿيڻ لڳي، پيءُ پٽ ۽ روح القدس جو تصور سراسر غيرعقلي ۽ غير فطري آهي ۽ ان تصور ساري عيسائي دنيا کي دهريت ۽ الحاد ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي.

بائيبل ۾ ايمان جي عجيب ڪسوٽي بيان ڪيل آهي. حضرت مسيح صاف لفظن ۾ چيو آهي تہ (انجيل مرقس باب ١٦ آيت ١٧-١٨) "۽ ايمان وارن ۾ اهي معجزا ظاهر ٿيندا اهي منهنجو نالو وٺي بدروحن کي ڪڍندا. نيون نيون ٻوليون ڳالهائيندا. نانگن کي هٿن ۾ کڻندا ۽ موتمار شيون پيئندا تہ بہ کين ڪو بہ نقصان نہ رسندو. اهي بيمارن تي هٿ رکندا تہ بيمار چڱا ڀلا ٿي ويندا." تڏهن شاگردن يسوع وٽ هيڪلائيءَ ۾ وڃي چيو تہ اسين هن (بدروح) کي ڇو ڪڍي نہ سگهياسين؟ هن کين چيو تہ "ايمان ۾ گهٽتائي جي ڪري! مان توهان کي سچ ٿو چوان تہ جيڪڏهن توهان ۾ اهر جي داڻي جيترو بہ ايمان هوندو ۽ توهين جبل کي چوندا تہ هتان رڙهي هوڏانهن هليو وڃ تہ هو هوڏانهن هليو ويندو ۽ ڪابہ ڳالهہ توهان لاءِ ناممڪن نہ هوندي."

هاڻي ايمان جي ان ڪسوٽي کي ڏسو ۽ پوءِ ساري عيسائي تاريخ کي پڙهو، توهان کي ڪو هڪڙو بہ اهڙو عيسائي نظر نہ ايندو جيڪو، مٿئين معيار تي پورو هجي. صاف ظاهر آهي تہ يا تہ اهو معيار يا

ڪسوٽي غلط آهي. يا وري دنيا جي ڪنهن هڪڙي عيسائي ۾ به اهڙ جي ذاتي جيترو به ايمان ڪونهي. ان جي برعڪس اسلامي تاريخ ۾ اهڙا ڪئين مثال آهن، ته خدا جي ٻانهن اشارو ڪيو ۽ مختلف قدرتي شين تابعداري ڪئي. دراصل انهن مثالن مان اها ڳالهه واضح ٿئي ٿي ته عيسائيت جا مختلف اصولي مسئلا ۽ عقيدا ڪيترين ڳالهين ۾ انساني ضمير ۽ وجدان جي خلاف آهن ۽ عام عقل انهن کي مڃڻ کان انڪار ڪري ٿو.

اهو منهنجو ڏينهن رات جو مشاهدو به آهي، ۽ ان تي دل ڏاڍو رنج به ٿيندي آهي ته عيسائيت رنگ ۽ نسل جي فتنن ۾ ايترو سخت ڦاٿل آهي، جو شيدي عيسائين لاءِ عبادت خانا ڌار آهن ته اڇي چمڙي وارن عيسائين لاءِ ڌار آهن ۽ جيڪڏهن ڪٿي گرجا سيني لاءِ ساڳيو آهي ته اتي وري گورا عيسائي اڳيان رکيل مخملي ۽ ريشمي صوفن ۽ ڪرسين تي ويهي عبادت ڪندا آهن ۽ شيدي يا ٻيا رنگدار غريب عيسائي پويان وڇايل فراشين ۽ ڪاٺ جي تختن تي ويهي عبادت ڪندا آهن. ان جي ڀيٽ ۾ اسلام ۾ ڪاري گوري يا عجمي عربي جو ڪوبه ويڇو نه آهي. مسجد ۾ سڀ مسلمان رنگ نسل توڙي زبان جي مت ڀيد کان سواءِ ساڳئي صف ۾ هڪ ٻئي جي پرسان بيهي نماز پڙهندا آهن. آئون سڄي دنيا گهميو آهيان. مختلف ملڪن ۾ اهو ئي ڏٺو اٿم ته سڀ مسلمان، افغان هجن يا عرب، ترڪ هجن يا مصري، مراڪشي هجن يا انڊونيشي يا پاڪستاني سڀ هڪ ٻئي کي ديني ڀاءُ سمجهندا آهن ۽ ڪنهن به طبقي جو پاڻ ۾ ڪوبه تفرقو نه آهي.

**تلاش حق جو آخري مرحلو:** آهستي آهستي عيسائيت جون اهي ڪمزوريون منهنجي آڏو پڌريون ٿينديون ويون ۽ اسلام جون خوبيون اجاگر ٿينديون ويون، پوءِ مون پيغمبر اسلام حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي زندگيءَ جو احوال پڙهڻ شروع ڪيو ۽ جلد ئي ان نتيجي تي پهچي ويس ته پاڻ سڳورن ﷺ جي زندگي، بيشمار خوبين جو مجموعو آهي ۽ ساڳئي وقت ايتري جامع ۽ مڪمل آهي جو قيامت

تائين انسان ذات جي رهنمائي ڪري سگهي ٿي. ان جي برعڪس حضرت مسيح جي زندگي جو ڪوبہ پهلو پوري طرح واضح نہ آهي، تنهن ڪري ڪوبہ ماڻهو دنياوي يا روحاني طرح ان مان فائدو وٺي نٿو سگهي.

منهنجن متن مائٽن منهنجا بدليل خيال محسوس ڪندي دڙڪي داٻ جا خط لکيا تہ جيئن آئون ڏهجي وڃان ۽ مسيح جي الوهيت کان انڪار تي نجات کان محرومي جو ڏپ بہ ڏنائون پر آئون هاڻي اهڙين بي عقلي ۽ جهالت جي ڳالهين کي سمجهي چڪو هوس، تنهنڪري اسلام کان وڏيڪ پري رهڻ کي نقصانده ڄاڻي اسلام قبول ڪرڻ جو اعلان ڪري ڇڏيم. الله تعاليٰ جا لکين شڪرانا جو ١٩۴۴ع ۾ عيسائيت ڇڏي سيد معصوم شاهہ جي هٿ تي مسلمان ٿيس. الله تعاليٰ شال مون کي ثابت قدم فرمائي ۽ دين اسلام جون وڏ ۾ وڏ برڪتون حاصل ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. آمين.

# محمد سليمان ٽاڪنچي (جاپان)
(MOHAMMAD SULEMAN TAKENCHI)

خدا جي فضل ۽ ڪرم سان مون اسلام قبول ڪيو آهي ۽ منهنجي اسلام قبول ڪرڻ جا هيٺيان سبب آهن:

١- مون اسلام ۾ اخوت ۽ ڀائپي جو اهڙو تہ سرشتو ڏٺو آهي جيڪو مضبوط بنيادن تي قائم ٿيل آهي.

٢- اسلام انساني زندگي جي مسئلن جو زبردست ڪامياب ۽ عملي حل ڏسي ٿو. هي عبادتن کي انسان جي سماجي زندگي کان ڌار نہ ٿو ڪري. مسلمانن وٽ گڏجي عبادت ڪرڻ جو تصور آهي. (يعني نماز جماعت سان ادا ڪجي ٿي) ۽ خلق جي خدمت، خدا جي راضپي لاءِ ڪئي وڃي ٿي.

٣- اسلام انساني زندگي ۾ ماديت ۽ روحانيت جو هڪ سهڻو مجموعو پيش ڪري ٿو.

هاڻي آئون مٿين ٽنهي ڳالهين جي مختصر تشريح پيش ڪريان ٿو. اسلامي اخوت (ڀائپي) ڪنهن بہ قسم جي قومي، خانداني يا لساني حدبندين کي قبول نٿي ڪري. اسلام سڀني مسلمانن کي فقط عقيدي جي آڌار تي ڀائپي جي مضبوط بنڌڻن سان ڳنڍيو ڇڏي ٿو. ٻيو تہ اسلام ڪنهن بہ طبقي يا مخصوص ٽولي تائين محدود نہ آهي، هي تہ سڀني انسانن جو مذهب آهي ڀلي ڪو امير هجي يا غريب، ڪارو هجي يا گورو، عرب هجي يا افغان، هندوستاني هجي يا پاڪستاني، مطلب تہ اسلام هڪ بين الاقوامي مذهب آهي.

اسلام زندگي کان ڀڄي نٿو. هي هر طرح جي حالتن جو چئلينج قبول ڪري ٿو. اهوئي هڪڙو اهڙو مذهب آهي جيڪو وقت جهڙي قيمتي نعمت جي بي قدري نٿو ڪري. اهوئي سبب آهي جو اڄ بہ اسلام ساڳئي طرح قابل عمل آهي، جيئن اڄ کان چوڏهن سؤ سال اڳ

حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي زماني ۾ هو. اسلام دين فطرت آهي، تنهن ڪري ان ۾ ايتري لچڪ آهي جو هر دور ۾ هرملڪ جي عوام لاءِ توازن ۽ اعتماد جو هڪ مقرر خاڪو پيش ڪري ٿو. اهوئي سبب آهي جو اسلام پنهنجي مختصر تاريخ ۾ انساني تهذيب جي ارتقاءِ ۾ زبردست رول ادا ڪيو آهي. تيون هي ته اسلام ۾ نجات جو رستو سماج جي اندران ظاهر ٿئي ٿو. هي زندگي گذارڻ جو هڪڙو وچولو رستو پيش ڪري ٿو. مون ٻڌمت ۽ عيسائيت بابت ٿورو گهڻو پڙهيو آهي، ٻئي مذهب ماڻهن سان لاڳاپا ختم ڪرڻ تي آماده ڪن ٿا ۽ معاشري کان ڌار ٿي ڪنجي رهڻ تي انعام ۽ بخشش جي خوشخبري ڏين ٿا. ڪي ٻڌمت جا فرقا، جبلن جي خطرناڪ لاهين تي مندر ناهين ٿا، ته جيئن ڪوبه اوڏانهن وڃڻ جو ارادو نه ڪري. جي ڪري ته پهريائين پنهنجي جان کي جوکي ۾ ضرور وجهي. ان ڪري جاپاني مذهبن ۾ ڪيترا اهڙا مثال ملن ٿا، جن مان ثابت ٿئي ٿو ته خدا تائين پهچڻ عام ماڻهن جي وس کان ٻاهر آهي. ساڳئي حالت عيسائيت جي به آهي. عيسائي راهبن جون خانقاهون عام طور تي بستين کان پري جبلن يا جهنگلن ۾ هونديون آهن. هنن وٽ به مذهبي زندگي ۽ معاشرتي زندگي جي وچ ۾ ايڏا وڏا ويڇا آهن، جو ختم ٿي ئي نٿا سگهن. پر اسلام جو معاملو انهن مذهبن کان بالڪل ڌار آهي. مسجد عام طور تي ڳوٺ، شهر يا ڪاروباري مرڪزن تي بالڪل وچ ۾ هوندي آهي. نماز سڀ گڏجي جماعت سان ادا ڪن ٿا ۽ معاشري جي خدمت ڪرڻ، دين جو هڪ لازمي جزو آهي.

انساني حياتي، روح ۽ ماده جو مجموعو آهي. خالق اڪبر انسان کي جسم به ڏنو آهي ته روح به ڏنو آهي. تنهن ڪري اسان جو فرض آهي ته اسين انهن ٻنهي جا فرض پورا ڪريون ۽ ماديت توڙي روحانيت کي ڌار ڌار نه ڪريون. اسلام ان معاملي ۾ ڏاڍو معقول رويو اختيار ڪيو آهي. اسلام روح ۽ ماده ٻنهي جي هڪ جيتري اهميت کي تسليم ڪري ٿو. ٻنهي کي پنهنجي اصلي جاءِ تي رکي اهڙي ته حڪمت عملي اختيار ڪري ٿو، جنهن سان زندگي جون سموريون تقاضائون

پوريون ٿين ٿيون.

اڄ حالت اها آهي جو جاپان صنعتي لحاظ کان ايشيا جو سڀ کان وڌيڪ ترقي يافتہ ملڪ آهي. سائنس ۽ ٽيڪنالاجي ۾ زبردست ترقي ۽ ان جي اثر اسان جي معاشري کي بالڪل بدلائي ڇڏيو آهي ۽ ماديت هرشيءِ تي حاوي آهي. جيئن تہ اسان جي ملڪ ۾ قدرتي وسيلا تمام گهٽ آهن، تنهن ڪري سڄو دارومدار سخت محنت تي آهي. اسان کي پنهنجو معيار زندگي برقراررکڻ لاءِ ڏينهن رات محنت ڪرڻي پوي ٿي ۽ فقط اهوئي طريقو آهي، جنهن سان اسين پنهنجي واپار ۽ صنعت کي زنده رکي سگهون ٿا. اهوئي سبب آهي جو اڄ اسين هڪ اهڙي مادي ڊوڙ ۾ مصروف آهيون، جنهن ۾ روحانيت جو نالو نشان ئي ڪونهي. جاپانين جي سموري جدوجهد فقط دنياوي مفادن لاءِ آهي ۽ کين مابعد الطبيعاتي مسئلن تي سوچڻ جو وقت ئي ڪونهي. انهن جو ڪوبہ دين ايمان يا روحاني مذهب نہ آهي. هو تہ دنيا ۾ يورپ جي پيدا ڪيل ماديت جي آڏو سجدو ڪري رهيا آهن. ان سموري يڪطرفي ڊوڙ جو نتيجو اهو نڪتو آهي، جو روحاني لحاظ کان جاپان ڪنگالپڻي ڏانهن وڌندو رهيو. ظاهر ۾ تہ سهڻا ويس وڳا پاتل آهن پر ماڻهن جا صحتمند جسم اندران کاڌل آهن. سندن مايوس روح روڳن ۾ مبتلا آهن.

مون کي پڪو يقين آهي تہ جاپان ۾ اسلام، جي اشاعت لاءِ موجوده دور هڪ فيصلہ ڪن حيثيت رکي ٿو. نام نهاد ترقي يافتہ قومن، دنياوي ترقي تہ برابر ڪئي آهي پر اهي هڪ زبردست روحاني خلا ۾ مبتلا آهن. اسلام ۽ فقط اسلام ئي اهو خلا ڀرڻ جي صلاحيت رکي ٿو. سو جيڪڏهن جاپان ۾ اسلام جي اشاعت لاءِ مناسب اپاءَ ورتا وڃن تہ آئون ڀانئيان ٿو تہ ٻن يا ٽن نسلن کان پوءِ سارو جاپان اسلام جي آغوش ۾ اچي ويندو ۽ جيڪڏهن اهو ميدان ملهجي ويو تہ اسلام جو مستقبل بلاشڪ روشن آهي. مسلم جاپان، انشاءَ الله ساري دنيا لاءِ رحمت جو باعث بڻجي ويندو.

# محمد صديق (انگلينڊ)

جڏهن آنون مسلمان ٿيس ته منهنجو اسلامي نالو "صديق" رکيو ويو. آئون اعتراف ڪريان ٿو ته آئون هن نهايت باعزت ۽ عظيم نالي جي لائق نه آهيان، پر ان جو مفهوم ۽ معنيٰ منهنجي لاءِ وڏي اهميت رکي ٿو، ڇو ته آئون گذريل ڪيترن سالن کان وٺي "صدق" يعني صداقت ۽ سچائي جي تلاش ۾ سرگردان هوس ۽ هاڻي الله جي فضل سان اعلان ڪريان ٿو ته مون ان ڪي صحيح معنيٰ ۾ ڳولهي لڌو آهي. جيئن قرآن ۾ آيل آهي ته:

ومن يطع الله والرسول فاؤلئک مع الذين انعم الله عليهم من النبيين والصديقين والشهداءِ والصلحين وحسن اولئک رفيقا (النساءِ ٦٩) يعني "جيڪي ماڻهو الله ۽ رسول جي تابعداري ڪن ٿا، سي نبين، صديقن، شهيدن ۽ صالحن جي انهن جماعتن سان گڏ هوندا، جن تي الله انعام ڪيا آهن ۽ ڪهڙي نه سٺي آهي انهن ماڻهن جي سنگت!"

آئون هڪ SCOTTISH PRESBYTERIAN عيسائي گهراڻي ۾ ڄائو هوس. اسان جو گهراڻو ڪو اهڙو گهڻو مذهبي ڪونه هو. تعليم به پوري سوري هئي. آچر تي رسمي طور تي گرجا ۾ حاضري ڏيندا هئاسين ۽ بائيبل جو درس به پڙندا هئاسين پر دلچسپي يا عقيدت ڪڏهن به نه هوندي هئي. اهوئي سبب هو جو هفتي جا باقي ڇهه ڏينهن اسان جي گهر ۾ مذهب يا بائيبل بابت ڪڏهن به ڪا ڳالهه ڪانه ٿيندي هئي. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي ته مون بائيبل جو قديم ۽ جديد عهدنامون بالڪل ائين پڙهيو هو جيئن عام طور تي پراڻيون ۽ نيون آکاڻيون پڙهبيون آهن، پر جڏهن ٿوري سمجهه وڏي ۽ شعور آيو ته مون انهن آکاڻين تي اعتراض شروع ڪري ڏنا. خاص طور تي انهن جي سچ هجڻ بابت منهنجي ذهن ۾ ڪافي شڪ پيدا ٿي پيا هئا. هي ڪيئن ٿيو؟ هو ڪيئن ٿيو؟ ڇا خدا جي اهائي مرضي آهي ته آئون عقل

جي دري بند ڪري بائبيل تي اندو اعتقاد رکان؟ جي ائين آهي تہ پوءِ انسان کي شعور ۽ ادراڪ جهڙيون نعمتون ڇو ڏنيون ويون آهن؟ ٻيو تہ عيسائين جي مختلف فرقن ۾ ڪهڙو بنيادي فرق آهي؟ سوچيندو هوس تہ خبر ناهي تہ ڪير حق تي آهن؟ رومن ڪيٿولڪ حق تي آهن يا پرسبائيٽرين يا وري پروٽيسٽنٽ، يا ماڳهين ٻيا فرقا حق تي آهن؟ جڏهن تہ هر ٽولو ٻئي ٽولي جو زبردست مخالف آهي. اهڙن سڀني سوالن مون کي ڏاڍو منجهائي ڇڏيو هو. سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ ڇا ڪريان، ڇا نہ ڪريان ۽ ڪيڏانهن وڃان؟ اها حالت سالن جا سال رهي، تنهنڪري زندگي ۾ زبردست خلاء محسوس ٿيندو هو. ڪنهن بہ ڳالهہ ۾ دل ڪانہ لڳندي هئي. عام ڳالهين کان بہ بيزاري ٿيندي هئي.

آئون هڪ طبيب آهيان يعني MALE NURSE. عام اسپتالن ۽ گهر ۾ وڃي ڪم ڪندو آهيان ۽ ڪيترا ڀيرا ملڪ کان ٻاهر بہ ويٺو پيو اٿم. مون بيشمار موقعن تي زندگي، موت ۽ جسماني تڪليفن کي بالڪل ويجهڙائيءَ مان ڏٺو آهي، تنهنڪري اڪثر سوچيندو هوس تہ آخر انهن سڀني ڳالهين جو ڪهڙو مطلب آهي؟ ڇا اسين دنيا ۾ رڳو ان لاءِ آيا آهيون تہ ٿورو وقت جيئرا رهون ۽ پوءِ مري وڃون ۽ هميشہ لاءِ نابود ٿي وڃون؟ ”نہ، ائين نہ آهي“، منهنجو ضمير چوندو هو. مون کي پختو يقين ٿي ويو هو تہ خدا موجود آهي، جيڪو اسان جي حفاظت ڪري ٿو ۽ موت اسان جو خاتمو نٿو ڪري. منهنجو ايمان هو تہ خدا ئي حضرت مسيح عہ کي ماڻهن جي رهنمائيءَ لاءِ موڪليو هو، پر آئون تثليث کي مڃڻ کان سخت انڪاري هوس.

نہ رڳو ايترو پر جڏهن بہ آئون فطرت ۽ ڪائنات جي نظام تي غور ڪندو هوس تہ بنا ڪنهن شڪ شبهي جي، اها ڳالهہ ظاهر ٿيندي هئي تہ هن ساري سرشتي جي پويان هڪ قانون، ضابطو ۽ حڪمت ڪارفرما آهي ۽ ان جون واڳون ڪنهن برتر هستي جي هٿ ۾ آهن. مون کي ان ۾ بہ ڪو شڪ نہ هو تہ جينوٽيڪ انسان طبعي قانون کي بدلائي نٿو سگهي پر دنيا جون سڀ شيون هن جي فائدي لاءِ آهن. اهڙي طرح منهنجي ذهن ۾ اها ڳالهہ آئيني وانگر صاف ظاهر ٿي ويئي تہ خدا تعاليٰ

انساني زندگي ۽ سندس عام روش لاءِ پڪ سان ڪو صحيح قانون، معتدل دستور العمل ۽ حڪمت ڀريو ضابطو مقرر فرمايو هوندو. ان خيال ڪان پوءِ آئون ان خدائي ضابطي جي ڳولها ۾ لڳي ويس ۽ هڪڙي ڏينهن اوچتو هڪ واقعو ٿيو، جنهن مون کي پنهنجي منزل جي ويجهو آڻي بيهاريو.

ٿيو هيئن جو هڪڙو ايراني مسلمان ڪينسر جي موذي مرض ۾ مبتلا هو ۽ مون کي هن جي سنڀال لاءِ چيو ويو. هو زبردست جسماني ۽ ذهني تڪليف ۾ هو. اهڙي ڏکي حالت مون هن کان اڳ ڪڏهن به نه ڏٺي هئي، پر حيرت جي ڳالهه اها هئي جو هن جي چپن تي هروقت مرڪ هوندي هئي ۽ هن جو خدا تي ايمان لحظي لاءِ ختم نٿي ٿيو. هو جلد ئي مري ويو. مرڻ کان اڳ هن قرآن پاڪ گهرايو ۽ ان کي ڏسندي ڏسندي دم ڏنائين. مون کي هن عظيم انسان جي تيمارداريءَ تي فخر هو. وري وري خيال ايندو هوم ته اهو ڪهڙو جذبو هو جنهن هن ماڻهوءَ کي پوين ڏينهن ۾ به مرڪڻ جي جرات ڏني هئي ۽ آخري گهڙيءَ تائين به نااميد ڪونه ٿيو. اها ڳالهه مون کي هن جي قبر تي وٺي ويئي، مقام جي ويجهو هڪڙي جاءِ ۾ رهندڙ هڪ مسلمان مون کي ان جي قبر ڏيکاري ۽ منهنجي چوڻ تي هن ڪي اسلامي ڪتاب مون کي آڻي ڏنا.

آئون فرصت جي وقت ۾ انهن ڪتابن جو مطالعو ڪندو هوس. مطالعي کان پوءِ محسوس ٿيو ته آئون جڻ اونداهه ۾ هوس ۽ هاڻي روشني جا پاڪ ڪرڻا منهنجي سيني ۾ داخل ٿيا آهن، پوءِ ته آئون ڪيترا دفعا ان ماڻهوءَ وٽ ويس ۽ ڀيري ڀيري سان پڙهڻ لاءِ ڪتاب ڪٺي ايندو هوس. ٻين مسلمانن سان به زباني گفتگو ڪندو هوس ۽ انهن منهنجن سيني سوالن يا اعتراضن جا جواب ڏنا. آخر ۾ مون ارادو ڪيو ته قرآن سمجهان. سو مون پڙهڻ شروع ڪيو. الحمد لله جلد ئي مون کي گوهر مقصود حاصل ٿيو ۽ مون حضرت محمد ﷺ جي وسيلي خدا کي سڃاڻي ورتو. مون ڏٺو ته قرآن ۾ هر اها شيءِ موجود آهي جنهن جي انسان کي ضرورت آهي ضابطه حيات، قانون، اصول ۽ سڀ

ڪان وڏيڪ عقل ۽ شعور، جيڪو انسان کي صدق جي وات ڏيکاري ٿو. قرآن ۾ آهي:

اکان للناس عجبا ان اوحينا الیٰ رجل منهم ان انذر الناس وبشر الذين آمنوا ان لهم قدم صدق عند ربهم (يونس- ٢)

”ڇا ماڻهن کي عجب ٿو وڻي ته اسان انهن مان هڪڙي شخص ڏانهن وحي ڪئي آهي ته هو ٻين ماڻهن کي (خدا جي ڏمر کان) ڊيڄاري ۽ ايمان وارن کي خوشخبري ڏئي ته الله وٽ سندن مرتبو تمام وڏو آهي.“

قدم صدق جي معنیٰ آهي مضبوطيءَ سان ڄمي وڃڻ. مون اها آيت پڙهي پئي ۽ سوچيم پئي ته اها خوشخبري منهنجي لاءِ به آهي. هاڻي ته ڪنهن به شڪ شبهي جي گنجائش ڪانه هئي. حق ظاهر ٿي اڳيان اچي چڪو هو. سو ٢٨ سيپٽمبر ١٩٥٨ع جو ڏينهن اهو يادگار ڏينهن هو جڏهن آئون ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيس. الحمد لله رب العالمين، مسلمانن ۾ مون کي تمام گهڻا چڱا ۽ مخلص دوست مليا. هاڻي منهنجي زندگي ۽ منهنجا معاملا بامقصد آهن. هاڻي آئون ڏينهن ۾ پنج ڀيرا نماز پڙهان ٿو. مون کي ڪڏهن به اڪيلائي محسوس ڪانه ٿي ٿئي ڇوته هر وقت خدا مون سان گڏ هوندو آهي ۽ منهنجي رهنمائي ڪندو آهي.

(يقين انٽر نيشنل ڪراچي، ٧ آڪٽوبر ١٩٦٨ع)

# مشرقي شاعري جو تنقيدي مطالعو

ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل

شيخ عبدالرزاق راز

صفحا: پوڻا ٽي سو　　　قيمت: ٦٠ روپيا

- غلام محمد گرامي صاحب جي ڪتاب "مشرقي شاعري جا فني قدر ۽ رجحانات" جو علمي ۽ تنقيدي جائزو
- باڪمال مشرقي شاعرن جي شخصيت، ڪلام ۽ پيغام تي نئين سر نظر
- سنڌي ادب تي صوفي شاعرن جي ڪلام جو اثر
- مشرقي شاعريءَ جي حوالي سان سنڌي تاريخ جو مطالعو
- سنڌي ادبي بورڊ جي شائع ڪيل مثنين ڪتابن جو هم پهلو سنڌي جواب

سنڌ نيشنل اڪيڊمي ٽرسٽ

پوسٽ باڪس ٢٥٨- حيدرآباد

# جيڪي ڏٺو آهه مون

مصنف: محمد موسيٰ ڀٽو

صفحا: ١٩٢ قيمت: ٢٥ روپيا

- اسلام تي جي ايم سيد جي اعتراضن جو مدلل ۽ شافي جواب
- انسان جي پيدائش جي فلسفيءَ، رسالت، آخرت، قرباني، ڪعبة الله، سوئر جي گوشت وغيره جي مسئلن تي تفصيلي، تحقيق ۽ علمي بحث
- مذهب بابت جي ايم سيد صاحب جي نظرين تي ڀرپور علمي ڪتاب
- اسلام جي تعليمات ۾ پوشيده حڪمتن ۽ فلسفي تي جامع بحث
- اسلامي سزائن ۽ دور جديد جي رياستن پاران سزائن جي ڀيٽ ۾ مصنف جو اهڙو ڪتاب، جنهن ۾ دوستاڻي ماحول ۽ فضا ۾ جي ايم سيد جي نظرين سان بحث ڪيو ويو آهي ۽ احترام کي قائم رکندي سندس عقيدن ۽ خيالن تي ٽيڪاٽپڻي ڪئي وئي آهي. ڪتاب جي مطالعي کان پوءِ پڙهندڙن جي آڏو جي ايم سيد ۽ مصنف جا دليل واضح ٿي وڃن ٿا ۽ نتيجي تائين پهچڻ ۾ آساني ٿئي ٿي.

# اسلامي تهذيب ۽ مغربي تهذيب

## هڪ مطالعو- هڪ جائزو

مرتب: محمد موسيٰ ڀٽو

صفحا: ۱۲۸ قيمت: ۲۵ روپيہ

- ☐ جديد معاشري ۾ عورت جي مقام ۽ حيثيت جو جائزو
- ☐ سرمائيدار مغربي تهذيب جو پوسٽ مارٽم
- ☐ مغربي فڪر الحاد، دهريت، مادرپدر آزادي، سيڪيولرزم، بنا خدا جي ڪائنات جي تخليق تي جامع علمي بحث
- ☐ مغربي سوسائٽي جو اندروني گهرو خانداني ۽ معاشري جائزو
- ☐ اسلامي تهذيب جا روشن ۽ نمايان پهلو
- ☐ عدل، انصاف، مساوات، آزادي ۽ انساني حق جي سلسلي ۾ اسلامي تهذيب جو ڪردار
- ☐ پنهنجي موضوع تي سنڌي ٻوليءَ ۾ اهم ۽ جامع ڪتاب

سنڌ نيشنل اڪيڊمي ٽرسٽ

پوسٽ باڪس ۲۵۸- حيدرآباد

يا ايهاالذين آمنو اتقو الله وقولوا قولا سديدا

اي مومنو! الله کان ڊڄو ۽ سڌي ڳالھ ڪريو.

# شيعه فڪر جو تاريخي ارتقاء

از

علامه ڊاڪٽر سيد موسيٰ الموسوي نجفي

مترجم

فقير عبدالهادي ٽيپو

سنڌ نيشنل اڪيڊمي ٽرسٽ

پوسٽ باڪس ٢٥٨ حيدرآباد

# هي ڪتاب

”اسلام اسان کي ڇا ڏنو؟“ هي دنيا جي ممتاز نو مسلم ڏاهن، عالمن، فلاسفرن ۽ سمجهو انسانن جي تلاش حقيقت جي تاثرات تي مشتمل ڪتاب آهي،جيڪو انتهائي دلچسپ، معلوماتي ۽ ايمان افروز آهي. اها ڪهڙي شيءِ آهي، جنهن نو مسلم ڏاهن کي پنهنجا نظريا ڇڏي، اسلام جي صداقت تي لبيڪ چوڻ تي مجبور ڪيو۽ اسلام جي روشني کان فيضياب ڪيو؟ ان سلسلي ۾ هر هڪ مسلم ڏاهي ۽اسڪالر جا پنهنجا پنهنجا تاثرات آهن، ڪو اسڪالر اسلام جي ڪنهن خاص پهلو کان متاثر ٿيو ته ڪو وري اسلام جي عام تعليم کان. ڪنهن کي اسلام جو پيغام فطرت سليم مطابق نظر آيو ته ڪو زندگي ڀر جي تلاش، تحقيق ۽ سڀني مذهبن جي تفصيلي ۽ تقابلي مطالعي کان پوءِ اسلام جي ويجهو ٿيو. جيڪڏهن ڪو عام ماڻهو پنهنجي دين ۽ مذهب ۽ روايتي معاشري کي ڇڏي، دائره اسلام ۾ داخل ٿئي ته اها ڳالهه اهم هئڻ جي باوجود سوسائٽي لاءِ ايڏي حيرت انگيز ناهي ،ڇاڪاڻ ته عام ماڻهو سوچ جي اعتبار سان سادي سوچ جو حامل ٿئي ٿو. اهو جيڪڏهن دائره اسلام ۾ داخل ٿيو آهي ته چئي سگهجي ٿو ته سندس اهو قدم جذباتي نوعيت جو آهي ان ۾ غور وفڪر کي ڪو خاص عمل دخل حاصل ناهي، پر جڏهن دنيا جا اهي ذهين انسان، جيڪي علم ادب، سياست ۽ صحافت جا ناميارا فرد شمار ٿيا هجن. اهي جڏهن پنهنجي روايتي معاشري يا روايتي مذهب يا نظام فڪر کي ڇڏي، اسلام ۾ داخل ٿين ٿا ته اها ڳالهه اچرج جوڳي آهي ۽ ان لائق آهي ته ڏٺو وڃي ته آخر اهي ڪهڙا اسباب آهن، جنهن ڪري ذهين فرد پنهنجي سوسائٽيءَ کي ڇڏي اسلامي سوسائٽي ۾ شامل ٿي رهيا آهن۽ اهي نه صرف اسلامي سوسائٽيءَ جو خاموش حصو بڻجي وڃن ٿا بلڪ اهي سڄي زندگي اسلام جا علمبردار بڻجي وڃن ٿا ۽ سندن هر وقت اهو فڪر ۽ اونو رهي ٿو ته بنيادي صداقت ۽ حقيقي روشنيءَ کان محروم انسانن کي اسلام کان آشنا ڪجي .

هي ڪتاب هڪ طرف ته مسلمانن کي پنهنجي اها ذميواري ياد ڏياري ٿو ته اسلامي دعوت جي عالمگير انتظام نه هئڻ سبب هنن ڏاهن کي حقيقت تائين پهچڻ ۾ ڪيتري ڏکيائي ٿي ۽ ڪيترو طويل سفر اختيارڪرڻو پيو. ٻي طرف هن ڪتاب مان اسلام جي تعليمات جا ڪيترائي اهڙا روشن پهلو نمايان ٿين ٿا ، جيڪي انسانيت جي نقطه نگاهه کان انتهائي اهم آهن ۽ جنهن سان انسانيت کي غير معمولي فائدو رسي سگهي ٿو، پر اسلام جي وارثن پنهنجي غفلت سبب اسلام جي انهن پهلوئن تي نه ته ڪو علمي ڪم ڪيو آهي نه وري سندن زندگي ۾ اسلام جا اهي پهلو نظر اچن ٿا. جنهن ڪري انسانيت لاءِ اسلام کان استفادو ڪرڻ مشڪل ٿي پيو آهي.

هي ڪتاب اردو ۾ پروفيسر عبدالغني فاروق ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب جو سنڌي ترجمو عبدالهادي ٽيبو صاحب ڪيو آهي. عبدالهادي ٽيبو صاحب هن کان اڳ به ڪافي ڪتاب ترجمو ڪري،سنڌي ادب ۽ ديني خدمت ڪندڙن جي تاريخ ۾ پنهنجو نالو شامل ڪرائي چڪو آهي. سندس ترجمي جي جيڪا اهم خاصيت عام فهم هجڻ آهي. سا هن ڪتاب ۾ پڻ نمايان آهي.

محمد موسيٰ ڀٽو

الائيڊ پرنٽنگ ڪارپوريشن ګاڏي کاتو حيدرآباد

فون 616423 - 616523

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”أداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي أداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽ کي نه مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته
”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)